# سنڌي ڇهون ڪتاب

## (ڇهين ڪلاس لاءِ)

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄام شورو، سنڌ.

ڇپيندڙ:

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪرايل ۽ سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري ڪاتي جي مراسلي نمبر ايس او (جِي-1) اِي ائنڊ ايل/ڪريڪيولم 2014 تاريخ 07-04-2015 موجب سنڌ صوبي جي سيني سيڪنڊري اسڪولن لاءِ واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽيءَ جو چڪاسيل

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد پٺاڻ
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس ڀٽو

ليکڪ: سيد قادر بخش شاهه، الله بخش ٽالپر، سُکيو خان چنا،
رشيد احمد ميمڻ، عبدالرحمان شاهه، ولي رام ولڀ
سيد شير شاهه، فهميده چنا، محمد پريل ’بيدار‘ مگريو.

ايڊيٽر: سيد شير شاهه بُخاري، ڊاڪٽر نور افروز خواجه
پروفيسر سراج چنا، اويس ڀٽو، محمد ادريس جتوئي

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر غلام علي الانا، شفيع محمد چانڊيو، محمد ادريس جتوئي،
تحسين ڪوثر انصاري، دلشاد احمد ڏيٽو.

چترڪار: ساجده يوسف

لي آئوٽ: نورمحمد سميجو

پروف ريڊنگ: جمشيد احمد جوڻيجو

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: عرفان علي سميجو

---

هي ڪتاب ................................ پريس ڪراچي ۾ ڇپيو.

# فهرست

# ٻه اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل کي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، ڀائپيءَ، بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي، نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊ ڪڙڇ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو، جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ پرائين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيۡمِ

مفت ورهاست لاءِ

## سبق پهريون

# حَـــمــــدُ

### سکيا جي حاصلات

- اللّٰه تعاليٰ جي هيڪڙائي بيان ڪرڻ.
- ڏٽي سڳوري جون صفتون ڄاڻڻ.
- بيتن جي سُر ۾ لئہ مان لطف اندوز ٿيڻ.
- نوان لفظ سکي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- هم آواز لفظ ڳولي لکڻ.
- اصطلاحن جي معنيٰ ڄاڻڻ.

اَولِ اَللّٰه عَـلِـيـمُ، اعـلـيٰ، عـالَـمَ جـو ڏَٽِـي،
قادِرُ پنهنجيءَ قُدرتَ سيـن، قـائمُ آهـ قَـدِيـمُ،
والــي، واحـدُ، وحَـدَهٗ، رازقُ رَبُ رَحـيـمـ،
سو ساراهـ سچو ڏٽي، چَئي حَمدُ حَـڪِـيـمُ،
ڪَري پاڻَ ڪرِيمُ، جوڙُون جوڙَ جَهانَ جِي.

****

وحَـدَهٗ لاشَـريـڪَ لـهٗ، جـڏهـن چَـيـو جَـنِ،
تَنِ مَڃيو مُحَمد ڪارَڻي، هيجان ساڻُ هِينئَينِ،
تـڏهـن مـنـجـهـان تَـنِ، اَوتَـڙِ ڪـونـہ اولِـيـو.

****

وحَـدَهٗ لاشَـريـڪَ لـهٗ، اِيءُ وِهـائِـج وِيءُ،
ڪَـتـيـن جي هـارائـين، هـنـڌ تـنـهـنـجـو هـيءُ،
پـاڻـان چـونـدءِ پـيءُ، پَـري جامُ جَـنَـتَ جـو.

****

تون چئـو اللّٰه هـيـڪـڙو، وائِـي ٻي مَ سِـڪُ،
سـوئِـي، لِـڪـيـو لِـڪُ، سَـچـو اڪـر مَـن ۾.

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ

**استاد لاءِ هدايت:** اُستاد ٻارن کي شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي بيتن جي سمجهاڻي ڏئي.

مفت ورهاست لاءِ

## مشق

-1 هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هنن بيتن ۾ شاهه سائينءَ، الله تعاليٰ جي ڪهڙي ساراهه ڪئي آهي؟
( ب ) ” وحَدَہٗ لاشريڪَ لہٗ “ جو مطلب ڇا آهي؟
( ج ) هنن بيتن ۾ شاهه سائينءَ ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟

-2 هيٺين لفظن جي معنيٰ ڏئي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

رازق - حمد - والي - اعليٰ - اول - حڪيم - جوڙ

-3 ڏنل بيتن مان هم آواز لفظ چونڊيو، جيئن: حڪيم - رحيم

پيءُ ...................... جن ...................... سِڪُ ......................

-4 هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| ڪٿين | | جوڙ | |
| اول | | قديم | |
| اعليٰ | | جنت | |

-5 هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ ٻڌايو:

جوڙون جوڙڻ - وائي سکڻ

-6 هيٺ ڏنل بيت مڪمل ڪريو:

* اولِ الله عَلِيمُ اعليٰ، عالَمَ جو ڌڻِي،
............................................ قائمُ آهه قَدِيمُ،
والي، واحدُ، وحَدَہٗ، .....................................،
....................................، ڇَئِي حَمدُ حَڪِيمُ،
ڪَري پاڻَ ڪرِيمُ، جوڙُون جوڙَ جَهانَ جِي.

ياد رکو تہ: الله تعاليٰ جي ساراهه ۾ چيل شعر کي ’حمد‘ چئبو آهي.

مفت ورهاست لاءِ

سبق پيو

# پورهئي جي عظمت

**سکيا جي حاصلات**

- پورهئي جي عظمت ڄاڻڻ.
- نوان لفظ سکي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- مناسب لفظن سان خال پرڻ.
- اسم بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

پورهئي ۾ انسان جي عظمت لڪيل آهي. پوريءَ دنيا ۾ هٿ جي پورهئي کي وڏي قدر جي نگاهہ سان ڏٺو وڃي ٿو. پورهئي جو مطلب آهي پنهنجن هٿن سان ڪم ڪرڻ. جيڪو انسان پورهئي کان ڪَنائي ۽ سُستي ڪري ٿو، اهو ٻين جو محتاج رهي ٿو. اهڙو ماڻهو پنهنجي اوڙي پاڙي ۽ قوم تي بار هوندو آهي.

اسان جي نبي سڳوري پڳهر جي پورهئي کي رزقِ حلال چيو آهي. نبي صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّمَ پورهيت لاءِ فرمايو آهي تہ "پورهيت الله جو دوست آهي."

حضرت محمد صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن وٽ پورهيتن جو ايترو تہ مانُ آهي، جو پاڻ فرمائين ٿا، "سڀ کان پاڪ لُقمو اُهو آهي جو پنهنجي هٿن سان ڪمائي ڪائجي."

پاڻ ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن سموريءَ اُمت جا اڳواڻ هئا پر پنهنجو ڪم پاڻ ڪندا هئا. جڏهن هجرت ڪري مديني منوره آيا ۽ مسجد نبويءَ جي اڏاوت ٿي رهي هئي تہ، پاڻ اصحابن سان گڏ پورهيو ڪيائون. ڪين هٿ جي پورهئي لاءِ ايتري تہ عزت هوندي هئي، جو گهر ۾ ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون بہ پاڻ ڪري ايندا هئا. خندق جي جنگ ۾ جڏهن مديني منوره جي ٻاهران کاهي کوٽي پئي وئي تہ پاڻ بہ اُن کوٽائيءَ ۾ حصو ورتائون.

الله تعاليٰ جا نبي سڳورا، اصحاب ۽ بزرگ توڙي وقت جا حاڪم پڻ پنهنجي

هٿن سان پورهيو ڪندا هئا. حضرت دائود عليه السلام زرهون ٺاهي پيٽ گذر ڪندو هو. حضرت علي ڪرم الله وجههٗ يهودين جي باغن ۾ مزوري ڪندو هو ۽ پنهنجي ڪمايل رقم مان يتيمن، مسڪينن ۽ قيدين تي به خرچ ڪندو هو. پر سڀ کان وڏو مثال نبي سڳوريﷺ جي نياڻي خاتون جنت جو وٺون ٿا، جيڪا چڪي پيهي ٻچن کي کارائيندي هئي ۽ گهر جو سمورو ڪم ڪار پنهنجي هٿن سان ڪندي هئي. حضرت سلمان فارسيؓ هڪ پورهيت انسان هو، هن ڪجين جي باغن ۾ پورهيو ڪري آزادي حاصل ڪئي.

تاريخ ۾ اهڙا ٻيا ڪيترائي مثال ملندا جو وقت جا وڏا وڏا بادشاهه پڻ پنهنجي گذران خاطر هٿ جو پورهيو ڪندا هئا. ناصرالدين هندستان جو بادشاهه هئڻ باوجود ٽوپيون ٺاهي، قرآن پاڪ لکي اُن مان حاصل ڪيل رقم تي پيٽ گذر ڪندو هو. ان ڪانسواءِ ڪيترن ئي مثالي ماڻهن پورهئي کان عار نه ڪيو ۽ ڪيترائي وڏا بزرگ ڪي پيجارا ته ڪي لوهار ته ڪي ڪوري يعني ڪپڙي اُڻڻ وارا رهيا آهن. سنڌ جو شهيد مخدوم بلاول به ڪورڪو ڪم ڪندو هو.

مٿي ڏنل مثالن مان ثابت ٿئي ٿو ته پنهنجي هٿ سان پورهيو ڪرڻ ڪيڏو نه مانائتو آهي. اسان کي به گهرجي ته پورهيت کي مانائتو سمجهون ۽ پورهئي کي عظيم سمجهي ان کان عار نه ڪريون.

## مشق

-1 هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) پورهيت لاءِ نبيءِ سڳوري ڇا فرمايو آهي؟

( ب ) مسجد نبويءِ جي اڏاوت ۾ پاڻ سڳورن ڪهڙو حصو ورتو؟

( ج ) هن سبق ۾ ڇا جي عظمت بيان ڪيل آهي؟

مفت ورهاست لاءِ

-2 هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | لفظ جو استعمال |
|---|---|---|
| نگاهه | | |
| قدر | | |
| رزق | | |
| اڏاوت | | |
| لُقمو | | |

-3 هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(الف) اسان جي نبي سڳوريﷺ پگهر جي پورهئي کي ...................... چيو آهي.

( ب ) حضرت علي ڪرم الله وجههٗ يهودين جي باغن ۾ .................. ڪري گذر ڪندو هو.

( ج ) حضرت دائود عليه السلام ...................... ناهي پيٽ گذر ڪندو هو.

( د ) سنڌ جو محبِ وطن عالم مخدوم بلاول به .................. ڪم ڪندو هو.

-4 ڪنهن به ماڻهوءَ، ساهواري، شيءِ، جاءِ ۽ ڪم جي عام نالي کي 'اسم عام' چئبو آهي.

مثال: ڪتاب، ماڻهو، اسڪول، چوڪر وغيره.

-5 اوهان هن سبق ۾ ڏنل اسم عام چونڊي لکو.

مفت ورهاست لاءِ

سکيا جي حاصلات

- نبي پاڪؐ جي واکاڻ ڪرڻ.
- نعت کي سُر سان پڙهڻ.
- نون لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- هم آواز لفظ ڳولي لکڻ.

سبق ڇهون

# نعت

اَچي وِيرَ، ڏي سُڌِيرَ، مِنَا مِيرَ موچارا،
سُٽي آهَه، ڪجان ڪاهه، مِنا مِير موچارا!

قبر قِيام، اندر جام، مِنا! ماڙ ڪجان ڪا،
اُتي گهوٽ، ڪجان موٽ، مِنا مِير موچارا،

مِصري شاهُه، چئي سِياهُه، ڪامل قلب اُجاريو،
ڪيان تعريف، تو شريف، مِنا مِيرَ موچارا!

مصري شاهه

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) شاعر، 'مِنا مِيرَ موچارا' ڪنهن لاءِ چيو آهي؟

( ب ) هن نعت جو ڪهڙو شعر توهان کي وڌيڪ وڻي ٿو؟ ٻڌايو.

( ج ) اُهو شعر توهان کي وڌيڪ ڇو ٿو وڻي؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ ڏئي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

وير - ماڙ - سياهه - ڪامل - قلب - موچارا

3- وير - سُڌير ۽ مير هم آواز لفظ آهن. هن نعت ۾ ڪم آيل ٻيا هم آواز لفظ ڳولي لکو.

ياد رکو تہ: حضور اڪرم صَلَّي اللّٰهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن جي شان ۾ چيل شعر کي 'نعت' چئبو آهي.

استاد لاءِ هدايت: اُستاد ٻارن کي نعت سُر سان پڙهائي.

مفت ورهاست لاءِ

## سبق چوٿون

# قومي ڏينهن

استاد چيو تہ سڀاڻي موڪل آهي. پر اوهين اسڪول اچجو! اسڪول ۾ منائي بہ ورهائي ويندي ۽ اسڪول تي جهنڊو بہ جهولايو ويندو.

(ٻئي ڏينهن وقار، استاد کي ٻڌايو تہ، سائين اسين سڀ اچي ويا آهيون).

استاد سيني کي ڀليڪار چئي، پڇيائين، ”ٻارؤ! اڄ پاڻ ڇو گڏ ٿيا آهيون.“

**وقار :** سائين ڪالهہ توهان چيو هو تہ، سڀاڻي 23 مارچ آهي، اڄوڪو ڏينهن اسان لاءِ هڪ اهم ڏينهن آهي. اسين اهو ڏينهن هر سال ڌاڙي ڌام ڌوم سان ملهائيندا تا اچون.

**استاد :** ها، هاڻي تون مون سان گڏ جهنڊو جهلي بيهہ ۽ ٻيا شاگرد قطار ناهي ترانو ڳائين (پوءِ ان کي سلامي ڏيئي ڇت تي جهولايو ويو. جهنڊو جهولائي سڀئي شاگرد وڏي هال ۾ اچي وينا).

**وقار :** سائين، اڄوڪي ڏينهن کي ايڏي اهميت ڇو آهي؟

**استاد :** ها، اڄوڪي ڏينهن 23 مارچ تي، لاهور شهر ۾ اسان جي پياري ملڪ پاڪستان جو نهراءُ منظور ٿيو هو. ان نهراءُ ۾ ننڍي کنڊ جي مسلمانن لاءِ

ڏار ملڪ پاڪستان ناهڻ جي ڳُهر ڪئي وئي هئي. جنهن هنڌ اهو نهراءُ منظور ٿيو هو، اُتي هاڻي اُن جي يادگار طور مينار پاڪستان ناهيو ويو آهي. انڪري اجوڪي ڏينهن تي اسلام آباد ۾ 31 توبن جي سلامي ڏني ويندي آهي ۽ صوبائي گادين واري هنڌ 21 توبن جي سلامي پڻ ڏني ويندي آهي.

عادل : سائين چئبو تہ اهو ڏينهن ڏاڍو اهم آهي!

استاد : ها، مسلمان ۽ هندو هن ننڍي کنڊ ۾ بہ وڏيون قومون رهنديون هيون. مسلمانن جا اصول، تهذيب ۽ روايتون هندن کان الڳ آهن، انڪري اُنهن کي اسلامي اصولن مطابق زندگي گذارڻ مشڪل ٿي پئي ها، جنهن ڪري انهن قائد اعظم محمد علي جناح رحہ جي اڳواڻيءَ ۾ پاڪستان جي ڳُهر ڪئي، نيٺ سندس ڪوشش سان 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان ٺهيو، جتي اڄ پاڻ سڀ آزاديءَ سان اسلامي اصولن مطابق زندگي گذاري رهيا آهيون.

وقار : سائين، اسان جي ملڪ ۾ ٻين مذهبن جا ماڻهو بہ تہ رهن ٿا.

استاد : ها، اسان جي ملڪ ۾ هندو، عيسائي ۽ ٻين مذهبن جا ماڻهو پڻ رهن ٿا. انهن کي پنهنجي مذهب مطابق زندگي گذارڻ جي آزادي آهي. ان کان سواءِ اسان جي ملڪ ۾ ڪيتريون ئي ٻوليون ڳالهايون وينديون آهن. جيئن سنڌ ۾ سنڌي، پنجاب ۾ پنجابي، خيبر پختونخوا ۾ پشتو ۽ بلوچستان ۾ بلوچي ڳالهائي وڃي ٿي. اسان جي قومي ٻولي اردو آهي. اردو سڄي پاڪستان ۾ ڳالهائي ويندي آهي. ان ڪانسواءِ داردي، بروهڪي، هندڪو، سرائڪي ۽ گجراتي ٻوليون پڻ ڳالهايون وينديون آهن. اهڙيءَ طرح اسان جو لباس بہ الڳ الڳ آهي ۽ رانديون روندیون بہ الڳ آهن.

وسيم : سائين، ائين وري ڪيئن!

استاد : اسين سنڌي سلوار قميص ۽ سنڌي ٽوپي پائيندا آهيون. ڪُلهن ۾ اجرڪ بہ ويڙهيون. اهڙي طرح پنجاب جا ماڻهو قميص پائين، پٽڪو ۽ گوڏ ٻڌن. خيبر پختونخوا جا ماڻهو وڏي سلوار، ويڪري قميص يا پهراڻ ۽ ان جي

مٿان صدري پائين. پيرن ۾ ٿلهو چمپل پائين. بلوچستان جا ماڻهو وري وڏيون سلوارون وڏي ٻانهن سان ويڪرا پهراڻ پائين. مٿي تي سنڌي ٽوپي يا پٽڪو ٻڌن. پيرن ۾ چمڙي، ربڙ يا پيش مان ٺهيل ڪرڪڻ پائين. شهر ۾ رهندڙ سلوار يا پتلون پائين، پيرن ۾ سليپر يا بوٽ پائين. اهڙيءَ طرح عورتن جو لباس به الڳ ٿئي ٿو.

پاڪستان جا ماڻهو خوش مزاج، بهادر، رحمدل ۽ سخي آهن. اسان کي پنهنجي وطن سان پيار آهي، اسان جي ملڪ جا ٻار وڏن ۽ استادن جو ادب رکندا آهن. هو پڙهڻ سان گڏ پنهنجي مائٽن جي ڪم ۾ به مدد ڪندا آهن. هنن سڀاڳن جي ڪري اسان جو وطن ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندو رهندو آمين.

وقار : سائين، توهان جي مهرباني!

## مشق

1- **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) ننڍي کنڊ جي مسلمانن پنهنجي لاءِ ڌار ملڪ جي گُهر ڇو ڪئي؟

( ب ) پاڪستان جي ماڻهن جي پوشاڪ ڪهڙي قسم جي آهي؟

( ج ) اسان جي قومي ٻولي ڪهڙي آهي؟

( د ) نظريي پاڪستان جو نعراءُ ڪٿي پاس ٿيو؟

2- **هيٺين لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

اصول - نعراءُ - تهذيب - روايتون - منظور - رحمدل

3- **جملا درست ڪريو:**

* ٿيو پاس نعراءُ.
* خط لکيو مون.
* مهرباني جي توهان.

4- **لاهور هڪ شهر جو نالو آهي. توهين پاڪستان جي ٻين شهرن جا نالا ٻڌايو.**

5- **اهڙا اسم يا نالا جن سان فقط اُن هڪ شيءِ، جاءِ، ماڻهوءَ ۽ پکي يا جانور کي سڃاڻجي، اُن کي 'اسم خاص' چئبو آهي.**

جيئن: محمد بخش، بادشاهي مسجد، هماليہ جبل، حيدرآباد، تاج محل وغيره.

اوهان هن سبق ۾ ڏنل اسم خاص چونڊي لکو.

سکيا جي حاصلات

- وطن جي مشاهيرن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- وطن جي آزاديءَ لاءِ قربان ٿيندڙ سورمن بابت ڄاڻڻ
- وطن لاءِ محبت ۽ قرباني جو جذبو پيدا ڪرڻ.
- نوان لفظ ڳولي انهن جي معنيٰ لکڻ.
- جملا درست ترتيب ڏئي لکڻ.
- ساڳي معنيٰ وارن لفظن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جا ضد سکڻ.
- اسم ذات بابت ڄاڻڻ.

## سبق پنجون

# سُورهيہ بادشاهہ

سنڌ ڌرتيءَ ڪيترائي بهادر انسان پيدا ڪيا آهن، جن پنهنجيءَ مٽيءَ جو مانُ مٿانهون ڪيو آهي. پير سائين پاڳارو، جنهن کي 'سورهيہ بادشاهہ' سڏجي ٿو، انهن مانجهي مردن مان هڪ هو.

'سورهيہ بادشاهہ' 13 صفر، 1327هہ مطابق 4 مارچ 1909ع تي خيرپور ميرس جي پرسان پير ڳوٺ ۾ جنم ورتو. سندس اصل نالو سيد محمد صبغت الله شاهہ آهي. هن گاديءَ جو سلسلو سندن ڏاڏي، سيد محمد راشدؒ سان ملي ٿو جنهن کي 'روضي ڌڻي' بہ سڏيندا آهن. سيد محمد راشدؒ جو اولاد، راشدي خاندان سان سڃيءَ سنڌ ۾ سڃاتو وڃي ٿو. اِهي بزرگ حضرت امام موسيٰ ڪاظم جو اولاد آهن. سندن وڏي، سيد علي مڪيؒ اسلام جي تبليغ خاطر سنڌ ۾ اچي سيوهڻ لڳ ڳوٺ 'لڪي' اڳوڻي ضلعي دادوءَ ۽ هاڻوڪي ضلعي ڄام شوري ۾ رهائش اختيار ڪئي، ان ڪري اِهي 'لڪياري سادات' سڏبا آهن.

پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻيؒ وقت جو وڏو اهل الله ٿي گذريو آهي. سندن علم ۽ فيض کي ڏسي، لکين ماڻهو سندن مريد ٿيا. اهڙيءَ طرح سندن پيڳدار کي 'پاڳارو' ۽ سندن جماعت کي 'حُر' سڏجي ٿو.

پير سائين پاڳارو ۽ حر جماعت، هميشه اسلام جي سر بلنديءَ خاطر ڪوشان رهيا آهن. مير ڪرم علي خان ٽالپر جي دَور ۾ سيد صبغت الله شاهہ اول، سکن خلاف جهاد جو اعلان ڪيو.

انگريزن جڏهن سنڌ تي قبضو ڪيو ته پير سائين پاڳاري ۽ سندن حُر جماعت هنن خلاف ويڙهه شروع ڪئي، جنهن ڪري پير سائين پاڳاري ۽ سندس جماعت تي ڏاڍا ڏکيا ڏينهن آيا، پر تڏهن به آڻ نه مڃيائون.

سورهيه بادشاهه اڃا 13 سالن جو هو ته سندس والد شاهه مردان شاهه اول وفات ڪري ويو، انڪري پاڻ ننڍي وهيءَ ۾ درگاهه روضي ڌڻيءَ جا سجاده نشين ٿيا. انگريز سرڪار هن ننڍڙي عمر واري پير سائين پاڳاري کي پاڻ ڏانهن راغب ڪرڻ لاءِ 'خطاب ۽ تلوار' ڏيڻ جي آڇ ڪئي، پر پاڻ اهو چئي انڪار ڪيائون ته: "اسان لاءِ 'پير پاڳاري' جو خطاب ئي ڪافي آهي."

انگريزن کي سندن اها ڳالهه ڪانه وڻي، سو هٿيارن رکڻ جو بهانو بڻائي 26 مارچ 1930ع، تي کين گرفتار ڪيائون. سورهيه بادشاهه 1931ع ۾، جيل اندر هڪ ڪتاب لکيو، جنهن ۾آزاديءَ جي شعور بابت وضاحت ڪيائون ۽ اهو ڄاڻايائون ته: "انسان غلام ٿيڻ لاءِ پيدا نه ٿيو آهي. آزاديءَ جو تعلق انسان سان ائين آهي، جيئن دل جو دماغ سان، رت جو رڳن سان ۽ ڦڦڙن جو ساهه سان. بهتر موت، ملڪ تان قربان ٿيڻ ۾ آهي." بهرحال مٿن ڪيس هلايو ويو ۽ 1936ع ۾ اهو ڪيس ڪوڙو ثابت ٿيو. پاڻ ان مان آزاد ٿي 1937ع ۾ پلي پار حج لاءِ روانا ٿيا.

پلي پار ڪان واپس اچي، پنهنجن مريدن کي نيڪيءَ جو درس ڏنائون. پنهنجي سانگهڙ واري بنگلي کي مرڪز بڻائي، ڌارين خلاف تحريڪ شروع ڪيائون. انهيءَ عرصي ۾ حڪومت جي عملدارن، سورهيه بادشاهه جي خلاف حڪومت کي غلط رپورٽون ڏيڻ شروع ڪيون. آخرڪار ويچا وڌندا ويا ۽ 1941ع ۾ کيس ٻيهر گرفتار ڪيو ويو.

سورهيه بادشاهه تي بغاوت جو ڪيس هلائي 20 مارچ 1943ع تي، کيس سوريءَ چاڙهي شهيد ڪيو ويو. حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ اهڙن ئي سورهيه سرويچن لاءِ فرمايو آهي ته:

سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون،
وڃڻ تن پيو، نالو نينهن ڳنهن جي.

هڪ پاسي پير صاحب جي فرزندن کي تعليم بهاني انگلئنڊ موڪليو ويو ته ٻئي پاسي غازين، انگريزن جي حڪومت خلاف وڏي پيماني تي ڪارروايون شروع ڪري ڏنيون. 1 جون، 1943ع ڌاري، حُرن جي علائقن ۾ ’مارشل لا‘ لاڳو ڪيو ويو. انگريز ملٽري حُرن جو قتل عام شروع ڪيو، ڳوٺن کي باهيون ڏيئي ساڙيو ويو، انهن جون ملڪيتون ضبط ڪيون ويون، گڙنگ بنگلي ۽ پير جو ڳوٺ واريءَ سندن رهائشگاهه کي ڊائناميٽ ذريعي ڊاٺو ويو. ڪيترائي حُر گرفتار ڪري ٻين صوبن جي جيلن ۾ موڪليا ويا. ڪيترن ئي حُرن کي ڪئمپن يعني لوڙهن ۾ بند ڪيو ويو. ڪيترائي حُر گرفتار ڪري ڪاري پاڻي يعني ’انڊمان ٻيٽ‘ موڪليا ويا.

آخرڪار انهن قربانين رنگ لاتو. اسان جو ملڪ سُتت ئي ڌارين جي چنبي مان آزاد ٿي ويو، 1947ع کان پوءِ حڪومت پاڪستان، پير صاحب جي فرزندن کي واپس گهرايو. سندس فرزند، سيد شاهه مردان شاهه ثاني، 4 فيبروري 1952ع تي پير سائين پاڳارو ’ستون‘ گاديءَ تي ويٺو ۽ 1 اپريل 1952ع تي حڪومت لوڙهن کي ختم ڪري سيني حُرن کي آزاد ڪيو.

سورهيه بادشاهه، پنهنجي وطن تان قربان ٿي، اسان لاءِ هڪ سهڻو ۽ يادگار مثال ڇڏي ويو.

## مشق

1- **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) سورهيه بادشاهه جو اصل نالو ڇا آهي؟
( ب ) سورهيه بادشاهه جو جنم ڪٿي ٿيو؟
( ج ) ڪين سورهيه بادشاهه چو ٿو سڏيو وڃي؟
( د ) سِکن خلاف ڪهڙي پير سائين پاڳاري جهاد جو اعلان ڪيو؟
( ه ) سورهيه بادشاهه ڌارين خلاف ڪهڙي هلچل هلائي؟
( و ) سورهيه بادشاهه جي قربانيءَ ۾ اسان لاءِ ڪهڙو سبق سمايل آهي؟

2- **هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

شعور - آڙِ - ڊائنا مائيٽ - سجاده نشين - ڀلي ڀار - ڪوشان

3- هيٺين لفظن جا ساڳي معنيٰ وارا لفظ لکو:

بهادر ......................

ثاني ......................

جماعت ......................

سوري ......................

4- هيٺ ڏنل جملن جي ترتيب درست ڪريو:

(i) پنهنجي درس ڏنائون ڪي مريدن.

(ii) سورهيہ بادشاهہ ٿيو قربان تان پنهنجي وطن.

(iii) قربانين لاتو آخرڪار رنگ.

5- هيٺ ڏنل اُبتڙ لفظ تير سان ملايو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| آزادي | پير |
| نيڪي | صحيح |
| بهادر | بَدي |
| غلط | ڪانئر |
| مريد | غلامي |

6- اهڙا اسم جيڪي ڪنهن خاصيت، حالت ۽ ڪم جا نالا هجن اُن کي 'اسم ذات' چئبو آهي.

جيئن: وفاداري، ساوڪ، گرمي، روشني، اميري، غريبي، ڊوڙ وغيره.

نوٽ: الله تعاليٰ جو نالو اسم ذات آهي.

سرگرمي: تحريڪ آزديءَ جي ٻين سورمن جون تصويرون گڏ ڪري چارٽ ناهيو.

سبق ڇهون

# ملاکڙو

## سکيا جي حاصلات

- مقامي راندين بابت ڄاڻ.
- راندين جي ضرورت ۽ فائدن بابت ڄاڻ.
- معنيٰ وار لفظ سکڻ.
- خال پرڻ.
- اسم جي قسمن بابت ڄاڻ.

اسان جي ملڪ ۾ بهادريءَ ۽ پهلوانيءَ کي هميشه عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي. پوءِ چو نہ اها پهلواني گهوڙي سواريءَ جي ڪيڏ هجي يا بار کڻڻ جي زور آزمائي هجي، يا وري ڪُشتي ۽ ملهه جي راندين جو مقابلو هجي. جسماني طاقت جي انهن سيني ڪرتبن کي ساراهيو ويندو آهي.

هن راند جي پهلوانن پنهنجي هنر ۽ انگبازيءَ سان هن راند کي اوج تي پهچايو آهي. هيءَ راند هتي آڳاٽي زماني کان وٺي کيڏي ويجي ٿي. ميرن جي صاحبيءَ ۾ ملهه ترقي ڪري، اهڙي اوج تي پهتي جو هاڻي سنڌ جي قومي راند ليکي وڃي ٿي.

اڳ امير، سردار ۽ وڏيرا ملهن جي وڏي عزت ڪندا هئا. ٻين وڏن مقابلن ۾ پنهنجي تيار ڪيل ملهن جو مقابلو ٻين ملهن سان ڪرائيندا هئا. شروعات ۾

چونڊ ملهن جو مقابلو ٿيندو هو، پر پوءِ جيئن راند کي اهميت ملڻ لڳي، تيئن ملهه به وڌڻ لڳا ۽ عام ماڻهن ۾ پهلوانيءَ جي ڏسڻ جو شوق وڌيو. انکري ملهن جا مقابلا اميرن ۽ وڏن ماڻهن جي درٻاري ميدانن ۽ کوٽن مان نکري، کليل ميدانن ۾ ٿيڻ لڳا. ملهه جي اهڙي مقابلي کي ”ملاکڙو“ سڏبو آهي.

ملاکڙي ۾ گهڻو کري ملهن جون ٻه ٽوليون هونديون آهن: خاص طرح سان هڪڙي هوندي آهي اُترادي ملهن جي ٽولي ۽ ٻي هوندي آهي لاڙي ملهن جي ٽولي. ملهه پُنا اگهاڙا کري وڏين سٽڻ جا ور کُنجي ويهندا آهن، پوءِ هرهڪ ٽوليءَ مان هڪ ڄڻو پنهنجي جوڙ سان سندرو کندو آهي. جڏهن سندرا ٻڌي، جوڙيون تيار ٿي ويندي‌يون آهن، ته پوءِ هرهڪ پاسي مان هڪ جهونو ملهه اُٿي ايندو آهي ۽ ملهن جا سندرا چڪائي کين هٿ وجهائي پري ٿي ويهندو آهي. ملاکڙي جي هڪ ٻانهينءَ ۾ مگڻهار دهلن ۽ شرنائين تي ملاکڙي جون ڏُنون پيا وڄائيندا آهن ۽ ملهه هڪٻئي کي وارا، جاننا، اڙيون، ٻهريان ۽ اندريان پيا هڻندا آهن. هڪ جوڙي ٻه ملهون وڙهندي آهي، جنهن پوئين ملهه دسي، اُن سرسي کئي. پوءِ جنهن پاسي جو ملهه دسجي پوندو، وري اتان هڪ ملهه سرسي کندڙ کان ان جي پلاند ونڻ لاءِ اچي سندرو ڏيندو. اهڙيءَ طرح هڪ ملاکڙي ۾ هڪ ئي جوان ٽن ملهن سان وڙهي سگهندو. ملاکڙي جي ميدان جي چوڌاري بيشمار ماڻهو اچي گڏ ٿيندا آهن ۽ ملهن جا انگ ڏسي پيا خوش ٿيندا آهن.

ملهه ۽ ملاکڙو سنڌ جي مقبول عوامي راند آهي، جنهن سان ماڻهن کي وندر به حاصل ٿئي ٿي ته ملهن کي سندن طاقت ۽ هنر جي مڃتا به ملي ٿي. هيءَ راند نه رڳو سنڌ ۾ آهي، پر ان سان ملندڙ جلندڙ رانديون ٻين ملڪن جهڙوڪ: روس، جپان ۽ افغانستان ۾ به کيڏيون وڃن ٿيون. ملهه ۾ زور ۽ انگ، ٻئي ڳالهيون گهرجن. انهن مان ڪابه هڪ ڳالهه، يعني طاقت يا رڳو انگ هوندو، ته اهڙو ملهه ڪامياب نه ٿيندو. چوندا آهن ته ”زور ٻٽيهه رانديون ڪٽي ۽ انگ ڇٽيهه ڪٽي“ مطلب ته طاقت ۽ هنر، ٻئي گڏجي هڪ ملهه کي سنو نامور ملهه ٻڻائي سگهن ٿا. ملاکڙي ۾ سرسي

ڪرڻ واري ملھ کي ڏسندڙ قدر ڪري، انعام ڏيندا آھن. سٺن ملھن ڏيکارڻ تي ڪافي انعام ملي ويندو آھي.

شروع ۾ اهي ملاکڙا عيدن برادن تي لڳندا هئا، پر پوءِ ماڻھن جي ذوق شوق ۽ دلچسپيءَ ڪري ملاکڙن ڏاڍو زور ورتو. اوليائن، پيرن ۽ فقيرن جي ميلن ۽ درگاهن تي پڻ ملاکڙي جو رواج پيو. وڏن ميلن تي وڏا ناميارا ملھ ايندا آھن ۽ ننڍن ميلن تي وري ننڍا ملھ پنھنجو فن ڏيکاريندا آھن. ملاکڙو ميلي جي سونھن سمجھيو ويندو آھي. ملاکڙن جسماني قوت ۽ تندرستي سڌارڻ جي جذبي کي ڪافي هٿي ڏني آھي. انڪري موجوده دور ۾ ملاکڙن کي ويتر وڏي اهميت ملي رهي آھي. هن وقت ملھ کي باقاعدي تربيتي راندين مان هڪ راند بنائڻ جي ڪوشش ورتي پئي وڃي. حڪومت بہ ملھ کي قومي راند جو درجو ڏئي رهي آھي. وڏن قومي ڏينھن تي، جتي ٻين جسماني ڪرتبن جا مقابلا ڪرايا وڃن ٿا، اتي ملھ جو مقابلو بہ ضرور شامل هوندو آھي.

اهو ڏينھن پري نہ آھي جڏھن ڪُشتي ۽ باڪسنگ جي راندين وانگر، هيءَ راند بہ فني اعتبار کان دنيا ۾ مشھور ٿي ويندي ۽ هن راند جا عالمي مقابلا ٿيندا.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اسان جي ملڪ ۾ ڪھڙيون رانديون ڪيڏيون وڃن ٿيون؟

( ب ) ملھ راند کي ڪھڙي دَور ۾ ترقي ملي؟

( ج ) ملاکڙو ڇا کي چئبو آھي؟

( د ) ملھ ۽ ملاکڙي کي سنڌ ۾ ڪھڙي اهميت حاصل آھي؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

پهلوان - ڪيڏ - انگبازي - سَندرو - ٻانهين - سَرسي - مجتا - اعتبار

3- هيٺيان خال ڀريو:

(الف) اڳ امير، سردار ۽ وڏيرا ............... جي وڏي عزت ڪندا هئا.

( ب ) ملھ جي ڪليل مقابلي کي ................ سڏبو آهي.

( ج ) جنھن پوئين ملھ دسي، اُن ................. ڪئي.

( د ) چوندا آهن تہ زور ڀٽيھ رانديون ڪٽي ۽ انگ ............ رانديون ڪٽي.

4- هيٺ ڏنل مثالن مان اسم جي قسمن کي ڌار ڌار خاني ۾ لکو:

- عبدالله اڄ بازار مان ڪتاب ۽ ڪاپيون خريد ڪري آيو آهي.
- روشني ۾ ڪتاب پڙهڻ گھرجن.
- حضرت يوسف جي سونهن جي ڪهڙي ساراهہ ڪجي.
- غربت سبب ماڻھو مجبور ٿي لڏڻ لڳا.

| اسم عام | اسم خاص | اسم ذات |
|---|---|---|
| | | |

## سبق ستون

# وطن

پنهنجن سان پيچ پايون، پنهنجو وطن وَسايون،
پنهنجو وطن وسايون، دل ديس سان لَڳايون.

ساوڪ 'سِري' جي سهٽي، بئريج جون بهاريون،
باجهر ۽ ڪٽڪ، ساريون، پوڪون مڙئي پياريون،
سائينءَ ڪيون سَجايون، ڪڙمين سنديون ڪَمايون.

دل جي ورونهن آهي، وهه وا وَسيل 'وِچولو'،
سانگين سباجهڙن ڪي، ڪونهي ڪو پٺُ ۽ پولو،
ڳالهيون ڇڏي اجايون، اڳتي قدم وڌايون.

لک وار 'لاڙ' توتان، سر ساهه پنهنجو گهوريون،
ڳاڙها جي تنهنجا چانور، لعلن ۾ تن کي توريون،
هن ديس جي تون دولت، تنهنجون لکين پلايون.

ٿدڙي 'ٿرن' جي واري، پيارو پلرُ جو پاٽي،
برپٽ کي باغ ناهيون، وسڪارَ جي وراٽي،
مارُن مِنن سان گڏجي، خوش ٿي خوشيون ملهايون.

'پبِ'، 'کير ٿر'، جبل جا، وهه وا عجب نظارا،
ڦُربَن پَريون ڪچهريون، سُگهڙن جا ٻول پِيارا،
مهمان نواز ماڻهو، جيءَ ۾ اُنهن جون جايون.

'پاڪُ آستان'، اُسان جو، آزاد ملڪ آهي،
عِلمُ ۽ اَدب جو مرڪز، آباد ملڪ آهي،
پنهنجي 'فدا' وطن ۾، نغما خوشيءَ جا ڳايون.

محمد اسماعيل عرساڻي "فدا"

### سکيا جي حاصلات

- وطن سان محبت جو جذبو پيدا ڪرڻ.
- نظم سُر ۽ لئه سان ڳائڻ ۽ اُن مان لطف اندوز ٿيڻ.
- نون لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- اسم ۽ ضمير جا مذڪر ۽ مؤنث چونڊي لکڻ.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نظم ۾ سنڌ صوبي جا ڪهڙا قدرتي ڀاڱا ٻڌايا ويا آهن؟
( ب ) شاعر ڪوهستان جي ماڻهن جا ڪهڙا گڻ ڳايا آهن؟
( ج ) شاعر ’سري‘ جون ڪهڙيون پوڪون بيان ڪيون آهن؟
( د ) شاعر ’وچولي‘ جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪيون آهن؟
( ه ) شاعر ’لاڙ‘ جي ڪهڙي فصل جو ذڪر ڪيو آهي؟
( و ) شاعر ’ٿر‘ جي باري ۾ ڇا چيو آهي؟
( ز ) ’پٻ‘ ۽ ’کيرٿر‘ جبل سنڌ جي ڪهڙي حصي ۾ اچي وڃن ٿا؟

2- هن نظم مان پنهنجي پسند جو بند لکو ۽ ٻُڌايو تہ اهو بند توهان کي وڌيڪ ڇو پسند آهي؟

3- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

پلر - وسڪارو - ورونهن - آباد - آستان - سڀاجهڙا

4- اسم ۽ ضمير جون ٻہ جنسون آهن:

1. جنس مذڪر    2. جنس مؤنث

هيٺ ڏنل اسمن مان مذڪر ۽ مؤنث ڌار ڪري خانن ۾ لکو:

مڙس - زال - مرد - عورت - ڇوڪر - ڇوڪري

| مذڪر | مؤنث |
|---|---|
| | |
| | |
| | |
| | |

ياد رکو تہ: ضمير خالص متڪلم ۽ حاضر جا مذڪر مؤنث ساڳيا ٿيندا آهن.
جيئن: آءٌ/مان، اسين/اسان، تون/توهان، اوهين/اوهان

استاد لاءِ هدايت: اُستاد ٻارن کي نظم سُر سان پڙهائي.

سبق انون

# صحت ۽ صفائي

سکيا جي حاصلات

- صحت جي اهميت ڄاڻڻ.
- نون لفظن جي معنيٰ سکي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- ضمير بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

صحت جي سنڀال رکڻ تمام ضروري آهي. چوندا آهن ته: ’جيءُ خوش ته جهان خوش‘، ’تندرستي هزار نعمتن جي برابر آهي.‘ صحتمند ماڻهو ڪيترائي ڪم ڪري پنهنجي خاندان، ملڪ ۽ قوم لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيندو آهي. باقي اهو ماڻهو جيڪو پنهنجي صحت جي حفاظت نه ٿو ڪري سو پنهنجي ڪٽنب ۽ قبيلي مٿان بار ٿي پوندو آهي.

اسان کي پنهنجي صحت کيئن سلامت رکڻ گهرجي، ان لاءِ جيڪي ضروري شيون آهن، جيئن: کائڻ، پيئڻ، تازي هوا، ورزش، ننڊ ۽ تفريح. انهن جو گهڻو خيال رکڻ گهرجي. صحت کي برقرار رکڻ لاءِ هيٺ ڪجهه اصول پيش ڪجن ٿا. جيڪڏهن انهن تي پوريءَ طرح عمل ڪبو ته ڪيترين ئي بيمارين کان بچاءُ ٿي ويندو.

اسان جي جسم ۾ رت جو دورو ورزش سان درست ٿئي ٿو. ورزش ڪرڻ تي نه ڪو ٿئي ڪو خرچ، نه ئي وري ان ۾ ڪا تڪليف ئي ٿيندي آهي. ورزش وسيلي ڪيترين ئي بيمارين کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهجي ٿو. ورزش لاءِ کليل هوا وارن هنڌن تي وڃڻ گهرجي ۽ صبح جو سوير ورزش ڪرڻ، صحت لاءِ مفيد هوندي

آهي. صحت لاءِ راند روند بہ نهايت ضروري آهي. جنهن سان تفريح حاصل ٿئي ٿي ۽ سُٺي ننڊ پڻ اچي ٿي جيڪا جسم جي واڌ ويجهہ ۽ دماغ جي قوت کي وڌائڻ لاءِ ضروري آهي.

متوازن غذا صحت لاءِ ضروري آهي. کاڌو اهڙو کائجي جنهن ۾ طاقت جا جزا ڀرپور نموني ۾ هجن. سُٺو ۽ متوازن کاڌو اُهو آهي، جنهن ۾ سٽپ، وٽامن، پروٽين، ڪئلشم، لوڻ ۽ ٻيون ضروري شيون شامل هجن، جيئن ماڻهو جسماني طور صحتمند رهي سگهي.

صاف ۽ شفاف پاڻي صحت لاءِ تمام ضروري آهي، پاڻي اوٻاري پيئڻ وڌيڪ بهتر آهي ۽ ٻاجيون هميشه تازيون ۽ اوٻاريل کائڻ گهرجن ۽ ميوا بہ تازا کائڻ گهرجن. کاڌو ۽ ٻيون شيون ڍڪي رکڻ گهرجن. ڪپڙا موسم مطابق پائڻ گهرجن.

اسان کي صفائيءَ جو خاص خيال رکڻ گهرجي. اسان جي نبي حضرت محمد صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلهٖ وَسَلَّمَ جو فرمان آهي تہ: ”صفائي اڌ ايمان آهي.“ جسم ۽ گهر جي صفائي رکڻ گهرجي. هٿ منهن ڌوئي صاف ڪرڻ، روزانو وهنجڻ، ڏندڻ ڏيڻ، صاف لباس پهرڻ، ننهن ڪترڻ، وارن کي ڦڻي ڏيڻ ۽ هٿ ڌوئي کاڌو کائڻ اهي سڀ ڳالهيون، صفائيءَ سان واسطو رکن ٿيون. گهر روشن ۽ هوادار هئڻ گهرجن.

ماحول کي گدلاڻ کان صاف رکڻ لاءِ گند ڪچرو آباديءَ کان ٻاهر ڦٽو ڪرڻ گهرجي. مکين ۽ مڇرن کان ماحول کي صاف رکجي ڇاڪاڻ تہ ڪيترين ئي بيمارين انهن جي ڪري ئي پکڙجن ٿيون.

# مشق

1- **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) تندرستيءَ لاءِ ڪهڙيون چوٽيون مشهور آهن؟

( ب ) صحت برقرار رکڻ لاءِ ڪهڙا اصول ضروري آهن؟

( ج ) صحت ۽ صفائي لاءِ اسان جي نبيءَ سڳوري جو ڪهڙو فرمان آهي؟

( د ) گهر ڪيئن صاف رکجي؟

2- **توهان پنهنجي صحت ۽ صفائيءَ جو خيال ڪيئن رکندا آهيو؟**

3- **هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ڪارائتو - حفاظت - مفيد - چوٽڪارو - متوازن

4- **هيٺيان جملا پڙهو جيڪي درست آهن تن تي (✓) جو نشان ۽ جيڪي غلط آهن تن تي (✗) جو نشان لڳايو:**

- پاڻي اوٻاري پيئڻ صحت لاءِ وڌيڪ بهتر آهي. ..................
- ڪپڙا موسم مطابق پائڻ نہ گهرجن. ..................
- رت جو دورو ورزش سان درست ٿئي ٿو. ..................
- ڪاڏو ۽ ٻيون شيون ڍڪي نہ رکڻ گهرجن. ..................
- تفريح لاءِ راند روند بہ نهايت ضروري آهي. ..................

5- **اسم جي بدران ڪم ايندڙ لفظ کي ’ضمير‘ چئبو آهي.**

جيئن: آءٌ، اسين، تون، اوهان، هيءَ، هوءَ، انهن وغيره.

اوهان هن سبق مان اسم جي بدران ڪم آيل ضمير چونڊي لکو.

## سرگرمي:

(1) يونين ڪائونسل جي اعليٰ اختياري کي پنهنجي ڳوٺ جي صفائي جي لاءِ درخواست لکو.

(2) اسڪول ۾ صفائيءَ جو هفتو ملهائي ٻارن ۾ صفائيءَ جي اهميت کي اُجاگر ڪيو وڃي.

سکيا جي حاصلات

- سنڌ جي تاريخي ماڳن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- قديم آثارن بابت لکڻ.
- لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ.
- ضمير خالص بابت ڄاڻڻ.

## سبق نائون

# ڀَنڀورُ

اسان وٽ سسئي ۽ پنهونءَ جو قصو تمام گهڻو مشهور آهي. سسئي ڀنڀور شهر جي رهاڪو هئي. ڀنڀور جو شهر هن وقت ڦٽل آهي، پر ان جي ڪوٽائيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ڀنڀور ڏاڍو سُهڻو، وسندڙ شهر ۽ وڏو واپاري مرڪز هو. هن قصي ۾ ٻُڌايل آهي تہ وڏا وڏا واپاري قافلا هتي ايندا هئا. شهر جا ماڻهو ڏاڍا سُکيا ستابا هئا. هن وقت اهڙو سُکيو ستابو شهر مٽيءَ جو ڍير ٿيو پيو آهي.

ڀنڀور جو ڀڙو ڪراچيءَ کان اوڀر طرف 64 ڪلوميٽر پنڌ تي آهي. ڪراچيءَ کان نڪتي ڏانهن ايندڙ قومي شاهراهہ تي 'مل ايريا' وٽ هڪ وڏي بورڊ تي ٿُلهن اکرن ۾ 'ڀنڀور' لکيل آهي. دڙي جو طرف ڏيکارڻ لاءِ بورڊ تي تير جو نشان بہ ڏنل آهي. هن پنڌ کان دڙو اٽڪل 3 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف آهي.

ڪجهہ سال اڳي هتي ڪابہ وسندي ڪانہ هئي، رڳو مٽيءَ جو ڍير هو. چوڌاري ٺڪر ڀتر ٽڙيا پکڙيا پيا هوندا هئا. هن وقت قديم آثارن جي کاتي طرفان اُتي عجائب گهر، مسافرخانو، هڪ ننڍي مسجد ۽ پارڪ قائم ڪيا ويا آهن. هتي پيئڻ جي پاڻيءَ جو مناسب انتظام ڪيل آهي. ڪراچيءَ کي ويجهو هئڻ ڪري هتي ماڻهن جي چڱي اچ وڃ آهي ۽ خاص ڪري موڪل جي ڏينهن ۾، هتي گهڻا ماڻهو گهمڻ لاءِ اچن ٿا.

هيءُ شهر ڪنهن ٻَڌايو هو ۽ ڪڏهن آباد ٿيو يا ڦِٽو، اُن جي ڪابہ صحيح خبر ڪانہ آهي. ڀِڙي جي کوٽائيءَ مان هٿ آيل شين کي ڏسي، ماهرن اندازو لڳايو آهي تہ اُهو اڄ کان ٻہ هزار سال اڳ آباد هو.

هن ڀِڙي جا ٻہ حصا آهن. انهن مان هڪ آهي وارياسي ٽڪري، جنهن جي چوڌاري ڪنهن زماني ۾ پٿر جو مضبوط ڪوٽ ڏنل هو ۽ ٻيو آهي شهر جو ٻاهريون حصو، جيڪو قلعي جي اوڀر ۽ اتر طرف پکڙيل هو. ڀِڙي جي پاسي ۾ اوڀر طرف پراڻو قبرستان بہ آهي. شهر جي قلعي وارو حصو اٽڪل ست اٺ ايڪڙ ٿيندو، جو اولهہ کان اوڀر طرف پکڙيل آهي. ان قلعي جي ڊيگهہ ويڪر کان ٻيڻي ٿيندي. ڏکڻ طرف کان، عربي سمنڊ ڀِڙي سان لڳو بيٺو آهي. کوٽائي رڳو قلعي جي پٽ جي اتر ۽ اوڀر طرف ٿي آهي. قلعي جي اڌاوت پٿر سان ٿيل هئي. منجهس اُن وقت جي دستور موجب، ٿوري ٿوري مفاصلي تي مورچا ٺهيل آهن. هن وقت بہ قلعي جي پٽ، هيٺئين شهر کان ڇهہ ميٽر مٿي آهي. کوٽائيءَ بعد قلعي جا ٽي دروازا ظاهر ٿيا آهن، هڪ اوڀر طرف، ٻيو اتر طرف ۽ ٽيون ڏکڻ طرف. اُنهن جون چاڙهيون گهڙيل پٿرن جون آهن.

هن ڀِڙي جي مٿئين تَهہ مان، مسلمان حڪمرانن جي زماني جون ڪيترين ئي شيون پڻ مليون آهن. قلعي اندر هڪ مسجد بہ ملي آهي، جا ستٽيهہ ميٽر ڊگهي ۽ ڇٽيهہ ميٽر ويڪري آهي. ان جي اڱڻ ۾ پڪين سرن جو فرش لڳل آهي، وضوءَ واري جاءِ پڪي چُن سان لِتل آهي ۽ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ پڪي نالي ٺهيل آهي. مسجد کان اولهہ طرف ٿورو پريرو هڪ گهر مليو آهي، جنهن جو اڱڻ چُن سان لِتل آهي. جايون اڪثر ڪري پٿرن ۽ ڪچين سرن جون ٺهيل آهن. ڏکڻ طرف قلعي جي در وٽ هڪ جاءِ ملي آهي، جنهن لاءِ گمان آهي تہ اُها دِڪو هئي. قلعي جي اتر اوڀر ۾ هڪ ڍنڍ آهي، جا هيٺئر گهٽي لَٽجي وئي آهي، تنهن هوندي بہ وِير چڙهڻ وقت سمنڊ جي پاڻيءَ سان ڀرجي ويندي آهي. پاڻيءَ کان بچاءَ لاءِ قلعي کي پُستي لڳل هئي، جا کوٽائيءَ سان ظاهر ٿي پئي آهي.

شهر جي اتر طرف، قلعي جي پٽ جي ٻاهران هڪ ڪارخاني جا نشان مليا آهن. اُتي هڪ وڏو هال ۽ پاسي ۾ ننڍا ننڍا ڪمرا بہ ظاهر ٿيا آهن. ڪارخاني ۾ ٺِڪر جا وڏا کُونارَ پوريل مليا آهن. انهيءَ قسم جا کُونارَ شهر جي ٻين حصن ۾ پڻ مليا

آهن. ماهرن جو خيال آهي تہ هيءُ شهر ان وقت وڏو هنري مرڪز هو.

هِتان جيڪي شيون لڌيون آهن، سي سڀ هتي قائم ڪيل عجائب گهر ۾ رکيل آهن. مسلمانن کان اڳ جي زماني جا نِڪر جا چٽيل ٿانوَ، مٽيءَ ۽ چينيءَ جي ٿانون جا نمونا، پٿر تي عربيءَ ۾ اُڪريل مسجد مان هٿ آيل ڪتبا، سون، چانديءَ ۽ ٽامي جا سڪا، سڪن ٺاهڻ جا سانچا وغيره بئي پاسي رکيل آهن. انهيءَ کان سواءِ اُتي شيشي، عاج، سِپَ، لوهہ ۽ ٽامي جون هٿ آيل شيون پڻ رکيل آهن.

اسان کي پنهنجي قديم آثارن جي حفاظت ڪرڻ گهرجي ۽ ان قديم ورثي سان پيار ڪرڻ گهرجي.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ڀنڀور جو پڙو ڪٿي آهي؟
( ب ) ڀنڀور شهر بابت ڪهڙو قصو مشهور آهي؟
( ج ) قلعي جي اڏاوت جا سان ٽيل آهي؟
( د ) ڀنڀور جي قلعي جا ڪيترا دروازا لڌا آهن؟
( هہ) هن پِڙي مان اسلامي دَور جي ڪهڙي مکيہ جاءِ ملي آهي؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | لفظ جو استعمال |
| --- | --- | --- |
| قِتل | | |
| پِڙو | | |
| وسندي | | |
| انتظام | | |
| دستور | | |
| گمان | | |

3- مناسب لفظ چوندي خال ڀريو:

* سسئي ..................... شهر جي رهاڪو هئي.

(ڪراچي - ٺٽو - ڀنڀور)

* ڀنڀور جو ڦِڙو ڪراچي کان اوڀر طرف ......................... ڪِلو ميٽر پنڌ تي آهي.

(55 ڪلوميٽر - 64 ڪلوميٽر - 60 ڪلوميٽر)

* ڀنڀور شهر جي اتر طرف قلعي جي ڀت جي ٻاهران هڪ .................. جا نشان مليا آهن.

(ڪارخاني - گهر - اوطاق)

* ڀنڀور واري قلعي جي اُتر اوڀر ۾ ..................... آهي.

(سمنڊ - ڍنڍ - درياهه)

* ڀنڀور جي مسجد جي وضوءَ واري جاءِ ..................... سان لِتل آهي.

(گاري - سيمينٽ - چُن)

4- توهان ڪنهن قديم آثار يا تاريخي جڳهه جو سير ڪيو هُجي ته اُن جو احوال لکو.

5- اهڙا ضمير جيڪي فقط ماڻهن جي نالن بدران ڪم اچن تن کي ’ضمير خالص‘ چئبو آهي.

جيئن: آءٌ، اسين، تون، اوهان، هوءَ، هيءَ وغيره.

6- هيٺين جملن مان ضمير خالص چونڊيو:

- آءٌ وڃان پيو.
- هو اچي ٿو.
- تون بيٺ پڙهه.
- اسين ڪراچيءَ پيا وڃون.

## سبق ڏهون

# سَر شاهنواز ڀٽو

**سکيا جي حاصلات**
- ملڪ جي مشاهيرن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- پڙهڻ ۽ لکڻ.
- ضمير متڪلم بابت ڄاڻڻ.

سنڌ جي سرزمين اهڙي تہ سڀاڳي آهي، جنهن ۾ هڪ طرف ڪيترا ئي عالم، عاقل، اديب ۽ شاعر پيدا ٿيا آهن. تہ ٻئي طرف وري ڪيترن ئي مانجهي مردن ۽ قومي اڳواڻن جنم ورتو. جن ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪندي زندگيون گذاري ڇڏيون. اهڙن مانجهي مردن مان شاهنواز ڀٽو بہ هڪ آهي.

سر شاهنواز ڀُٽو، محترم شهيد بي نظير ڀُٽو جو ڏاڏو ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جو پيءُ هو، سندس جنم لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ ڳڙهي خدا بخش ۾، 2 مارچ 1888ع ۾ ٿيو. هن جي پيءُ جو نالو غلام مرتضيٰ خان ڀُٽو ۽ ڏاڏي جو نالو خدا بخش خان ڀُٽو هو. سندس وڏا جيسلمير کان اچي هتي آباد ٿيا هئا.

سر شاهنواز ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي، پوءِ کيس ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسة الاسلام ۾ داخل ڪرايو ويو. هو هڪ ذهين ۽ محنتي شاگرد هو. تعليم لاءِ سندس چاهہ ڏسي کيس سينٽ پيٽرڪ اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. بنيادي تعليم پوري ڪرڻ کانپوءِ انگلنڊ روانو ٿيو. هن اتي وڏي چاهہ ۽ محنت سان تعليم حاصل ڪئي. ان عرصي دوران سندس ڏاڏو ۽ پيءُ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا. ان ڪري کيس ڏيهہ ورڻو پيو. هتي اچي پنهنجي مائٽاڻي ڪاروبار کي سنڀاليائين. هن روشن خيال نوجوان راڄُ ۽ زمينداري نهايت ئي سٺي نموني سنڀالي. هن هارين، پورهيتن ۽ راڄ جي غريبن جي گهڻي مدد ڪئي. سَر شاهنواز ڀُٽي پنهنجي ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ گهڻو ئي ڪم ڪيو. ان ڪري ماڻهو بہ ساڻس ڏاڍي محبت ڪندا هئا.

سَر شاهنواز 1910ع کان عملي سياست ۾ حصو ورتو. هُو سڀ کان پهرين لاڙڪاڻي لوڪل بورڊ جو ميمبر ۽ پوءِ ان جو صدر چونڊيو ويو. جتي هن لڳاتار ڏهه سال ڪم ڪيو. سَر شاهنواز ڀُٽي جي خدمتن کي ڏسي، انگريز سرڪار کيس ممبئي پرڳڻي جو وزير مقرر ڪيو. اهو عهدو وٽس ٻارهن سال رهيو پوءِ جهوناڳڙهه رياست جي 'ديوان' طور خدمتون سرانجام ڏنائين. هو ممبئيءَ جي پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر بہ رهيو. اهڙيءَ ريت حڪومت پاران اعزازي فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ جا اختيار ڏئي، کيس جج جو عهدو بہ ڏنو ويو.

سنڌ کي ممبئي صوبي کان ڌار ڪرائڻ لاءِ سَر شاهنواز ڀُٽي جون ڪوششون وسارڻ جهڙيون نہ آهن. هن کي سنڌ جي نمائندي طور 1930ع ۾، لنڊن گول ميز ڪانفرنس ۾ موڪليو ويو. ان ڪانفرنس ۾ هن جي سنڌ جي حقن لاءِ ڪيل پرجوش تقرير همت ڀريو ڪارنامو آهي. اُن ڳُهر جي نتيجي ۾ پهرين اپريل 1936ع تي، سنڌ کي ممبئي کان ڌار ڪيو ويو. 1934ع ۾، هن 'سنڌ پيپلز پارٽي' نالي هڪ سياسي جماعت ناهي، غريب ۽ پورهيتن جي حقن لاءِ آواز اٿاريو. سَر شاهنواز ڀُٽي جي محنت ۽ غريبن جي خدمت عيوض سرڪار کيس 'خان بهادر' ۽ 'سَر' جا خطاب ڏنا. سندس زندگيءَ جو سفر سن 1957ع ۾ پورو ٿيو. کيس پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڳڙهي خدا بخش ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سر شاهنواز ڀُٽي جا وڏا اصل ڪٿي جا رهاڪو هئا؟

( ب ) سر شاهنواز ڀُٽي سنڌ جي ڪهڙين درسگاهن مان تعليم پرائي؟

( ج ) سر شاهنواز ڀُٽي عملي سياست ۾ حصو ڪڏهن ورتو؟

( د ) سر شاهنواز ڀُٽي ممبئي پرڳڻي ۾ ڪهڙي عهدي تي رهيو؟

( هہ ) سر شاهنواز ڀُٽي جي وفات ڪڏهن ٿي؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:
عاقل - اديب - ديوان - پرڳڻي - عالم - پرجوش

-3 هيٺ ڏنل درست جواب ڳولي مناسب لفظن سان خالي جايون پريو:
* سر شاهنواز ڀٽي جو جنم ...................... ۾ ٿيو.
(ڳڙهي ياسين، ڳڙهي خدا بخش، ڳڙهي خيرو)
* سر شاهنواز ڀٽي ابتدائي تعيلم ...................... ۾ ورتي.
(لندن، لاڙڪاڻي، پنهنجي ڳوٺ)
* سر شاهنواز ڀٽو ...................... رياست جو ديوان مقرر ٿيو.
(جهونا ڳڙهه، خيرپور، بهاولپور)
* سر شاهنواز ڀٽو ممبئي جي ................................. جو ميمبر رهيو.
(سائمن ڪميشن - پبلڪ سروس ڪميشن - وفاقي سروس ڪميشن)

-4 هيٺيان جملا پڙهو جيڪي درست آهن انهن تي (✓) جو نشان ۽ غلط آهن تن تي (✗) جو نشان لڳايو.
* ڳڙهي خدا بخش لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهي. ............
* سينٽ پيٽرڪ اسڪول لندن ۾ آهي. ............
* سر شاهنواز کي اعزازي طور خصوصي مئجسٽريٽ جا اختيار به حاصل رهيا. ............
* سنڌ پيپلز پارٽي جو بنياد، 1934ع ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي رکيو. ............

-5 هيٺيان جملا پڙهو:
* آءٌ اچان ٿو. * اسين وڃون ٿا.
مٿين جملن ۾ آءٌ ۽ اسين ’ضمير متڪلم‘ آهن. هيٺين جملن مان ضمير متڪلم ڳولي ڏيکاريو.
* مون ڪالهه قلم ورتو. * اسان سيني گڏجي ماني کاڌي. * آءٌ خط لکان ٿو.
وصف: اهڙو لفظ جيڪو ڳالهائيندڙ پنهنجي لاءِ ڪم آڻي، اُن کي ضمير متڪلم چئبو آهي.

سرگرمي: سر شاهنواز ڀُٽي بابت سبق مان پڙهيل ڪارناما پنهنجي ڪاپيءَ تي لکي اچو.

### سبق يارهون

# سارنگ

سکيا جي حاصلات

- فطرت جي منظرن مان لطف حاصل ڪرڻ.
- مينهن جي مُند بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- بيتن جي سمجهاڻي لکڻ.
- لفظن جون معنائون لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- بيتن جون سِٽون مڪمل ڪرڻ.

مِهر سندا مينهن، شاهه وسائين ٿل،
جُهريل منهنجي جهوپڙي، بنان جهلي جهل،
ڪاهِل تي ڪَهل، ڪندين شال ڪريم تون!

وسي پيو وڏ ڦڙو، پِنيون پٽ پريون،
پَٽاريون پِٽن تان، وٺاٽين وريون،
ڪِيرن جون ڪريون، چاڙهيون ڏنئون چاهه مان.

والي وسائيج، دردمنديءَ جو ديس،
پرين مون پرديس، اُٿي ايندم اوڏڙا.

اُتران اوري ڪَئي، چمڪٽيءَ چمڪات،
اُتان ڪيائين اوچتي، لس بيلي تي لات،
منڊل ٿيا مڪران تي، گوڙين جا گڙگات،
ڪڪر مٿان ڪيچ جي، ڦڙڪي ڪاڙا ڦات،
وري ورتئون وات، 'سچل' سائيءَ سِنڌ جي.

سچل سائيءَ سِنڌ جي، وري وَرتائين وات،
جُهڙ ڦُڙ جهلي آئي، جهٽڪو ڏيئي جهات،
وسي پيا وڏ ڦڙا، گهر پُسائي گهات،
لاٿي اُڃ اُسات، سارنگ سنگهارن جي.

سچل سرمستؒ

# مشق

1- **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) شاعر هنن بيتن ۾ ڪهڙيءَ مُند جو ذڪر ڪيو آهي؟
(ب) مينهن مان ڪهڙا فائدا آهن؟
(ج) سنگهار ’مينهن‘ کي ڇو سنڀاريندا آهن؟
(د) شاعر پنهنجن بيتن ۾ ڪهڙن ڪهڙن علائقن جو ذڪر ڪيو آهي؟

2- **هيٺين لفظن جي معنيٰ ڏيئي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

جُهريل - ڪاهل - اوڏڙا - منڊل - سارنگ - ڪڪر

3- **بيتن جون سِٽون مڪمل ڪريو:**

* والي وسائيج ........................... ديس،
  پرين ..................... اُني ايندم اوڏڙا.

* سڄل سائيءَ سِنڌ جي .............. واٽ،
  ........................ جهٽڪو ڏيئي جهاٽ،

* وسي پيا وڏ ڦڙا، گهر پُسائي گهاٽ،
  لاٿي اُڃ اُساٽ، ......................... جي.

**سرگرمي:** مِينهن جي منظر کي پنهنجي لفظن ۾ لکي بيان ڪريو.

**استاد لاءِ هدايت:** ٻارن کي سچل سرمستؒ بابت ٻُڌائي ۽ بيتن جي سمجهاڻي ڏئي.

سکيا جي حاصلات

- صنعت ۽ زراعت بابت ڄاڻ.
- لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- جملا درست ڪرڻ.
- ضمير حاضر ۽ غائب بابت ڄاڻڻ.

## سبق ٻارهون

# صنعت ۽ زراعت

اڄ ڇهين ڪلاس جا شاگرد علي حسن ۽ محسن علي اسڪول ويندي، ڪڻڪ جي ٻنيءَ مان گذريا ته کين ڪجهه مشينون نظر آيون. صلاح ڪيائون ته انهن مشينن بابت استاد کان پڇنداسين. ٻئي دوست ڪلاس ۾ پهتا ته اهڙي ڳالهه ٻين شاگردن سان به ڪيائون. سڀني صلاح ڪئي ته استاد کان ان بابت ڪجهه معلومات وٺنداسين، ٿوري دير بعد استاد جيئن ئي ڪلاس ۾ پهتو ته ٻارن اٿي ٻيهي سندس آدرڀاءُ ڪيو. علي حسن اٿي ٻيهي چيو ته: ’سائين جيڪڏهن اجازت هجي ته اوهان کان ڪجهه سوال ڪريون.‘ استاد کيس چيو ته: ’ها پٽ، توهان ڀلي سوال ڪريو.‘ علي حسن پڇيو ته: ’سائين اڄ آءٌ ۽ منهنجو دوست محسن علي، ڪڻڪ جي فصل مان گذري رهيا هئاسين ته اتي ڪجهه مشينون بيٺل هيون ان بابت ڪجهه ٻڌايو ته انهن مشينن جا ڪهڙا فائدا آهن.‘ استاد، علي حسن کي چيو ته: ’پٽ! اوهان تمام سٺو سوال ڪيو آهي ان سوال جو تعلق زرعي سائنس ۽ پاڪستان جي ترقيءَ سان آهي.

زرعي سائنس جي ترقي ٻن شعبن جي مدد سان ٿي آهي. انهن مان هڪ شعبو صنعت ۽ ٻيو شعبو زراعت آهي.‘

پيارا ٻارو! هي رڳو هڪ شاگرد علي حسن جو سوال ناهي پر توهان سڀني جي لاءِ اهم سوال آهي. ڇو تہ ان جو تعلق ملڪ جي ترقيءَ سان آهي. پاڪستان هڪ زرعي ملڪ آهي ڪنهن بہ ملڪ جي ترقي ۽ خوشحاليءَ جو تعلق زراعت ۽ صنعت سان هوندو آهي. هي بہ شعبا انساني زندگيءَ جي ترقي لاءِ نهايت اهم آهن. پاڪستان دنيا جي انهن ملڪن ۾ شامل آهي جن ملڪن جي ترقي جو دارومدار زراعت ۽ صنعت تي آهي. پاڪستان جي ستر سيڪڙو آباديءَ جو گذر سفر زراعت تي آهي. پاڪستان جا زرعي فصل جن ۾ اناج، ميوا، ڀاڄيون وغيره سڄيءَ دنيا جي زرعي ملڪن ۾ مشهور آهن.

قديم ملڪن وانگر اسان وٽ زراعت ۾ پراڻا طريقا رائج هئا، ان سان وقت بہ زيان ٿيندو هو ۽ ان تي محنت بہ گهڻي ڪرڻي پوندي هئي، ان سان گڏ فصلن جي پيداوار ۾ ڪا خاص بهتري ۽ اضافو نہ ٿيندو هو، هن دور ۾ سائنس ڏاڍي ترقي ڪئي آهي. محسن علي، استاد کان پڇيو تہ: ’سائين، زراعت ۾ سائنس ڪهڙي ترقي ڪئي آهي؟‘

استاد: ’پٽ، زرعي سائنس ۾ بہ وڏو انقلاب اچي ويو آهي، گهٽ وقت ۽ تمام ٿوري محنت سان فصلن مان وڌيڪ پيداوار حاصل ٿئي ٿي، سائنس جي مدد سان مختلف جنسن جا ٻج پڻ اچي ويا آهن جن جي پوکائي سائنسي تجربن بعد ڪئي ويئي آهي جن مان پڻ پيداوار ۾ اضافو ٿي رهيو آهي. فصلن جي پيداوار وڌائڻ ۽ فصلن جي پوکائي ۽ ڪٽائيءَ لاءِ نيون نيون مشينون ايجاد ٿي ويون آهن. ان سان گڏ جديد قسم جا ٻج، ڀاڻ ۽ ڪيڙامار دوائن ذريعي فصلن ۾ نوان طريقا آزمايا ويا آهن، جن سان فصلن جي اُپت ۾ بهتري آئي آهي. ان سان گڏ اڄڪلهہ زراعت ۾ سائنسي ترقيءَ جي سهولت ذريعي، پاڻي جي کوٽ وارو مسئلو بہ ڪنهن حد تائين حل ڪيو ويو آهي. مثال طور پراڻي زماني ۾ ماڻهو برسات جي پاڻيءَ تي فصلن جي پوکائي ڪندا هئا، اڄڪلهہ ڪئنال، ٽيوب ويل، ننڍن ڊيمن ۽ ڪاريز وسيلي پاڻي فصلن تائين

پهچائڻ جو ڪم ڪيو ويو آهي.‘

استاد جڏهن ان موضوع تي ڪم واريون ڳالهيون ڪيون ته ڪلاس جي ٻارن استاد کي گذارش ڪئي ته سائين مهرباني ڪري اسان کي ڪنهن زرعي فارم جو سير ڪرايو. جيئن اسان سڀ انهن زرعي مشينن کي ڪم ڪندي ڏسون ۽ وڌيڪ معلومات حاصل ڪري سگهون.

ٻارن جو اهڙو شوق ۽ دلچسپي ڏسي، استاد پنهنجي هيڊ ماستر کان اجازت وٺي، زرعي فارم ٽنڊو ڄام يونيورسٽيءَ جي مينيجر کي فون ڪري، ان خواهش جو اظهار ڪيو ته اسڪول جا ٻار زرعي فارم ڏسڻ ٿا چاهين.

زرعي فارم جي مينيجر خوشيءَ سان اجازت ڏني، زرعي فارم جي سير لاءِ هڪ ڏينهن مقرر ڪيو ويو، ٻار زرعي فارم ڏسڻ لاءِ وڌيڪ بيچين ٿي ويا ۽ ان مقرر ڏينهن جو بيچيني سان انتظار ڪرڻ لڳا.

مقرر ڏينهن تي، ڇهين ڪلاس جا ٻار پنهنجي استاد جي اڳواڻيءَ ۾ زرعي فارم ڏسڻ لاءِ حيدرآباد مان روانا ٿيا. اڌ ڪلاڪ جي سفر بعد ٻار زرعي فارم ٽنڊو ڄام يونيورسٽي پهچي ويا. فارم جي مينيجر ۽ ان جي ٽيم، ٻارن جو آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ کين فارم جي اندر وٺي ويا. مينيجر ٻارن کي پوکايل فصلن، ميون ۽ ڀاڄين بابت معلومات ڏني. ان وقت ٻارن کي زرعي مشينن جا ماڊل به ڏيکاريا ويا، جيڪي فصل جي ڇٽائي، پوکائي ۽ ڪٽائي ۾ ڪم اچن ٿيون.

مينيجر، جديد زرعي اصولن جي وضاحت نهايت آسان ۽ دلچسپ انداز ۾ ڪئي. ماهرن جي نگرانيءَ ۾ ٻارن کي زرعي فارم ڏانهن روانو ڪيو ويو، ٻارن کي ڏيکاريو ويو ته ٻنيءَ ۾ ٽريڪٽر ذريعي هر ڪيئن هلايو ٿو وڃي ۽ ٽريڪٽر سان ٻج جي ڇٽائي ڪيئن ڪئي ٿي وڃي. ان وچ ۾ هڪ ٻار اسلم سوال ڪيو ته: ’سائين، توهان اسان کي اهو به ٻڌايو ته پراڻي زماني ۾ ٻج جي ڇٽائي ڪيئن ٿيندي هئي ۽ هَرُ ڪيئن ڪاهيو ويندو هو؟‘

زرعي ماهر چيو ته: ’پٽ، پراڻي زماني ۾ ٻن ڏاندن کي پاڃاريءَ ۾ جوٽي هر ڪاهيو ويندو هو ۽ ناڙي ذريعي پوکائي به ڏاندن جي مدد سان ڪئي ويندي هئي ۽

ٻيو وري زمين کي پاڻيءَ سان پرائي ان ۾ ٻج ڇٽيو ويندو هو.‘
اسلم ماهر کان سوال ڪندي چيو ته: ’سائين پوءِ ته ان ۾ وقت گھڻو لڳندو هوندو؟‘
زرعي ماهر جواب ڏنو ته ’ها پٽ، ان ۾ هفتا لڳي ويندا هئا، هينئر ٽريڪٽر جي ڪري هڪ ڏينهن ۾ ئي ڇٽائي ٿي وڃي ٿي ۽ ان سان فصل جي پيداوار ۾اضافو ٿئي ٿو ۽ ٻج جي ڇٽائي هڪجهڙي ۽ ترتيب وار به ٿئي ٿي. ان کان علاوه ٻارو ڏسو ته هي ٽريڪٽر ٻني سڌي ڪرڻ لاءِ هر ڪاهيندي نظر اچي رهيو آهي. هاڻي مهينن جو ڪم ڏينهن ۾ ٿو ٿئي، آهي نه ڪمال جي ڳالهه!‘
ماهر، ٻارن کي هارويسٽر مشين بابت ڄاڻ ڏيندي ٻڌايو ته، هارويسٽر مشين ڪڻڪ جي ڪٽائي سان گڏ اَنُ ۽ ٻُهه الڳ الڳ ڪندي ويندي آهي. ماهر ٻارن کي ان مشين جي اهميت، ان جي الڳ الڳ پرزن ۽ ان جي ڪم بابت مرحلي وار ڄاڻ ڏيندو رهيو. اسڪول جا ٻار اهو ڏسي حيران ٿي ويا ته هيءَ مشين ڪيئن نه سوين ماڻهن جو ڪم اڪيلي سر ڪري رهي آهي.
ٻارن ٽيوب ويل ذريعي، فصلن تائين پاڻيءَ جي رسائيءَ جو سڄو ڪم پنهنجي اکين سان ڏٺو. ان ڪانپوءِ ٻار ڀاڄين جي فصل طرف ويا. ڀاڄين جي فصل جي اصل موسم ته گذري چڪي هئي، پر ٻارن جڏهن اهڙا فصل ڏٺا ته حيران رهجي ويا. ماهر ٻڌايو ته، ڪيميائي ڀاڻ، پاڻي جي فراهمي، گرمي جي حرارت کي ضابطي ۾ آڻي ۽ سائنسي اوزارن جي مدد سان هر موسم ۾ ڀاڄين جا فصل ڪاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهيون. هاڻي ڪو به فصل سڄو سال اُپائي سگھجي ٿو. اسڪولي ٻار جديد اوزارن ۽ جديد زرعي طريقن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا.
زرعي فارم جي سير دوران ٻار ايترو ته خوش ۽ پُرجوش هئا جو هنن کي وقت جو احساس ئي نه رهيو. ڪجھه دير کان پوءِ ٻار ڏاڍا ٿڪجي پيا، ان ڪري ٻارن گھر ڏانهن موٽڻ جو ارادو ڪيو. زرعي فارم جون سنيون ۽ ڪارائتيون ڳالهيون دل ۾ سانڍي خوشي خوشيءَ سان گھر واپس پهتا.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) شاگردن کي ٻنيءَ مان گذرندي ڇا نظر آيو؟
( ب ) زرعي سائنس جي ترقي ڪهڙن ٻن شعبن سان ٿي آهي؟
( ج ) اُستاد، ٻارن کي ڪهڙي زرعي فارم جو سير ڪرائڻ وٺي ويو؟
( د ) پُراڻي زماني ۾ پوکائي ڪيئن ڪئي ويندي هئي؟
( هہ ) هارويسٽر مشين ڪٽائيءَ کان سواءِ ٻيو ڇا ڇا ڪندي آهي؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

معلومات - صنعت - خوشحالي - دارومدار - حرارت - فراهمي

3- جملا درست ترتيب سان لکو:

- جي زرعي فارم مينيجر سان خوشي ڏني اجازت.
- ٻارن ان وقت کي جا زرعي مشينن ڏيکاريا ماڊل ويا.
- هڪ ڀاڃين ان طرح ٻار جي طرف فصل ويا.
- کي احساس هنن وقت جو ئي رهيو نہ هو.

4- ضمير حاضر: (جيڪو موجود هجي يا جنهن سان ڳالهائجي)

جيئن: تون - توهان، اوهين - اوهان.

ضمير غائب: (جيڪو غائب هجي) جيئن: هُو، اُهي، انهن.

هيٺين جملن مان ضمير حاضر ۽ ضمير غائب چونڊيو.

* هُو ڪالهہ آيو.
* اوهين ڪيڏانهن پيا وڃو.
* اُهي هليا ويا.
* تون ڪالهہ اسڪول ويو هئين.

سکيا جي حاصلات

- اسلامي ملڪن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- هم معنيٰ لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- پڙهڻ ۽ لکڻ.
- حرف جر بابت ڄاڻڻ.

## سبق تيرهون

# اسلامي سربراهه ڪانفرنس

دنيا جي مسلمانن جي پراڻي خواهش هئي ته ڪو اهڙو پليٽ فارم ناهجي، جنهن تي سمورا اسلامي ملڪ گڏجي، پنهنجن مسئلن جو حل ڳولين ۽ مسلمانن جي لاڳاپن کي مضبوط ڪن. ان ڪان سواءِ اسلامي دنيا کي پيش ايندڙ خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ حڪمت عملي جوڙين ان ڳالهه کي نظر ۾ رکندي 1969ع ۾، اسلامي ڪانفرنس تنظيم جوڙڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

12 آگسٽ 1969ع تي، والاريل بيت المقدس واري مسجدِ اقصيٰ ۾ باهه لڳڻ جي واقعي ڪان پوءِ، اسلامي ملڪن جي اڳواڻن پاران هڪ ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. اها ذميواري سعودي عرب ۽ مراڪش کنئي ۽ ان لاءِ ست رڪني هڪ ڪاميٽيءَ ناهي وئي، پاڪستان به هن ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو.

اهڙيءَ طرح پهرين سربراهه ڪانفرنس 22 ڪان 25 سيپٽمبر 1969ع تي، مراڪش جي گاديءَ واري شهر رباط ۾ ٿي، جنهن ۾ چوويهن مسلمان ملڪن شرڪت ڪئي. اسلامي سربراهه ڪانفرنس هر ٽن سالن ڪان پوءِ ٿيڻ لڳي. ان جو مرڪزي دفتر سعودي عرب جي شهر ’جدي‘ ۾ آهي.

مسلمان ملڪن جي ٻي سربراهه ڪانفرنس، 22 کان 24 فيبروري 1974ع تي ٿي، جنهن جي ميزبانيءَ جو اعزاز، پاڪستان کي حاصل ٿيو.هن ڪانفرنس جي ڪوٺائڻ ۾ پاڪستان جي اڳوڻي وزيراعظم قائد عوام ذوالفقار علي ڀُٽي جو هٿ هو. هيءَ ڪانفرنس لاهور ۾ ٿي. هن ڪانفرنس ۾ چاليهن اسلامي ملڪن جا سربراهه ۽ وفد شريڪ ٿيا.

هن ڪانفرنس ۾ اسلامي دنيا کي درپيش مسئلن تي غور ڪيو ويو، جيئن:

1. فلسطين جي آزاديءَ جو مسئلو.
2. اسرائيل پاران والاريل علائقا، يروشلم سميت خالي ڪرائڻ.
3. مسلم دنيا جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ اُپاءَ وٺڻ.
4. پاڻ ۾ دوستي ۽ سهڪار وڌائڻ.
5. اسلامي مارڪيٽ قائم ڪرڻ.
6. ڪويت، ايران ۽ افغانستان ۾ جنگ بندي ڪرائڻ.

ان کان سواءِ واپار، اچ وڃ جي ذريعن، سياحت، بئنڪنگ، اليڪٽرانڪس، دوائن، ڪاٽين، پاڻ، زرعي اوزارن ۽ لوهه جي صنعت کي ترقي وٺرائڻ جا مسئلا پڻ شامل هئا.

ٽين سربراهه ڪانفرنس 1981ع ۾، سعودي عرب جي شهر طائف ۾ شاهه خالد جي صدارت ۾ ٿي. ان ۾ اٺتيهن ملڪن شرڪت ڪئي. ڪانفرنس جي پڄاڻيءَ تي "اعلان مڪي" جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ اسلامي دنيا جي مسئلن جو مڪمل جائزو ورتو ويو ۽ صيهونين جي وڌندڙ جارحيت کي ننديو، بيت المقدس ۽ افغانستان ۾ پرڏيهي فوجين جي نيڪالي، ايران-عراق جنگ ختم ڪرڻ تي زور ڏنو ويو. ان کان سواءِ هڪ عالمي اسلامي عدالت ناهڻ جي رٿ پڻ منظور ڪئي وئي.

اهڙيءَ طرح مختلف هنڌن تي اسلامي سربراهه ڪانفرنس جا ڏهه اجلاس ٿي چڪا آهن. نائون اجلاس دوها (قطر) ۾ ۽ ڏهون اجلاس 2003ع ۾، ملائيشيا ۾ ٿيو جنهن ۾ اجلاس جي سربراهه ۽ ملائيشيا جي صدر مهاتير محمد، مسلمان ملڪن جي سربراهن کي اپيل ڪئي ته اهي مسلمان ملڪن خلاف ٿيندڙ يهودي سازش جو پنهنجيءَ گڏيل سگهه سان مقابلو ڪن.

اسلامي ملڪن جي تنظيم "Organization of the Islamic Conference" جون ڪيتريون ئي ننڍيون تنظيمون به آهن، جيئن:

- اسلامي ترقياتي بئنڪ
- بين الاقوامي خبرن پهچائڻ جي ايجنسي
- اسلامي رياستن جي براڊ ڪاسٽنگ جي تنظيم
- اسلامي اتحاد فنڊ

هن تنظيم جو ٻيو اهم ادارو، پرڏيهي وزيرن جي ڪانفرنس آهي، جنهن جو سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ اجلاس ٿيندو آهي. اهڙن اجلاسن جي شروعات 1990ع ۾ مصر جي شهر قاهره ۾ ٿي.
ڪئي. ٻي گڏجاڻي ملائيشيا جي گاديءَ واري شهر ڪوالالمپور ۾ ٿي. هن ڪانفرنس ۾ دهشتگردي ايجنڊا جو خاص اسم هو.2002ع ۾ ڪاغستان ۾، 38 ملڪن جا پرڏيهي وزير گڏ ٿيا، هن گڏجاڻي ۾ تنظيم جو نالو بدلائي اسلامي ڪانفرنس تنظيم رکيو ويو.

2012ع ۾، پهريون ڀيرو تنظيم جي ڪانفرنس ڪنهن غير اسلامي ملڪ ۾ ٿي. هي اجلاس آمريڪا جي شهر واشنگٽن ۾ ٿيو. هن اجلاس جي ويچار جو موضوع 'انساني حق' رکيو ويو. ۽ قاهره وارو انساني حقن جو پڌرنامو رد ڪري نئون گڏيل قومن وارو انساني حقن وارو پڌرنامو منظور ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ 2014ع ۾ تنظيم جو اجلاس نيويارڪ ۾ سڏايو ويو. هن اجلاس ۾ ايران، مصر ۽ متحده عرب امارات جي نمائندن تُرڪيءَ جي قبرص واري نمائندي کي اعزازي نمائندي طور شريڪ ٿيڻ جي سخت مخالفت ڪئي. هي اجلاس بنا نتيجي ختم ٿي ويو.

ياد هجي ته جڏهن به اسلامي ملڪن ۾ ڪي ويچار جهڙيون حالتون پيدا ٿين ٿيون ته هنگامي اجلاس ڪوٺايو ويجي ٿو ۽ درپيش مسئلن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويجي ٿي. اُن سان گڏ گڏيل صلاح مشوري سان تعليمي، سائنسي، دفاعي، معاشي ترقي لاءِ پڻ رٿون رٿيون وڃن ٿيون، اهڙين رٿن تي عملي طور تي هڪٻئي سان سهڪار پڻ ڪيو ويجي ٿو. آخر ۾ هرحال ۾ گڏجي اڳتي وڌڻ وارو وچن پڻ ورجايو ويجي ٿو.

## مشق

1- **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) اسلامي ملڪن جي اتحاد لاءِ تنظيم جوڙڻ جو مقصد ڇا هو؟
( ب ) پهرين اسلامي سربراهہ ڪانفرنس ڪهڙي ملڪ ۾ ٿي؟
( ج ) ٻي اسلامي سربراهہ ڪانفرنس ڪنهن ڪوٺائي؟
( د ) اسلامي ملڪن جي اتحاد تنظيم جي مرڪزي آفيس ڪٿي آهي؟
( هـ ) اسلامي سربراهن جون ڪُل ڪيتريون گڏجاڻيون ٿي گذريون آهن؟
( و ) هن ڪانفرنس جي ڪوٺائڻ جا مکيہ مقصد ڪهڙا آهن؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

سربراهه - تنظيم - شرڪت - ميزباني - سهڪار

3- هيٺ ڏنل لفظن جا هم معنيٰ لفظ لکو، جيئن: اڳواڻ - سربراهه

مضبوط ........................ تنظيم ........................

ڪوتائي ........................ پرڏيهي ........................

4- هيٺ ڏنل مناسب لفظن سان خال ڀريو:

- پهرين سربراهي ڪانفرنس ۾ ................... مسلمان ملڪن شرڪت ڪئي.
(چوويهن - ستاويهن - پنجٽيهن)
- ٻي سربراهي ڪانفرنس 22 کان 24 فيبروري ...............ع ۾ ٿي.
(1974 - 1997 - 1985)
- اسلامي سربراهه ڪانفرنس هر ...................... سالن بعد ٿيڻ لڳي.
(پنجن - ٽن - ستن)
- اسلامي ملڪن جي تنظيم جو مرڪزي دفتر سعودي عرب جي شهر ..................... ۾ آهي.
(رياض - جدي - مڪي)

5- اسلامي ملڪن جي تنظيم جوڙڻ جو مقصد پنهنجن لفظن ۾ لکي ڏيکاريو.

6- ڪن ٻه پنجن اسلامي ملڪن جا نالا ٻُڌايو.

7- هيٺيان جملا پڙهو:

(الف) ساجد هُن کان ڊڄي ٿو.

( ب ) واجد جو خط آيو.

(پهرئين جملي ۾ ”هُن“ ضمير جي پُٺيان ”کان“ - ”حرف جر“ آيو آهي، تنهن ڪري هن جي ”حالت جري“ چئبي.)

(ٻئي جملي ۾ واجد جي پُٺيان ”جو“ حرف جر ڪم آيو آهي. تنهنڪري واجد اسم جي ”حالت جري“ چئبي.)

* اوهين اهڙا ٻيا جملا ٺاهي، اُن مان حالت جري ڳولي ڏيکاريو.

وصف: جنهن اسم يا ضمير پُٺيان ”حرف جر“ اچي، اُن جو جملي جي ٻين لفظن سان لاڳاپو ڏيکاري، تنهن اسم يا ضمير جي حالت کي ”حالت جري“ چئبو آهي.

سکيا جي حاصلات

- فطرت جي نظارن مان لطف اندوز ٿيڻ.
- نظم کي لئہ ۽ سُر سان پڙهڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- اصطلاحن جي معنيٰ ڄاڻڻ.
- شعر مڪمل ڪرڻ.

## سبق چوڏهون

# آسمان

ڪنهن حال تي هلين ٿو، ڪنهن چال تي چلين ٿو،
مون سان نہ ڳُجهہ سَلين ٿو، پاٽان پري جهلين ٿو،
اي آسمان نيلا، تارن سندا وسيلا.

تيزي نظر نِهارين، ڌرتيءَ تي باهہ ٻارين،
ماني نِگهہ سان نارين، تو هيٺ ڪِيڙُ هارين،
تنهنجا هي نيڻ نِيارا، سج، چنڊ نانوَ وارا.

واسينگ ڦڻ پَٽن ٿا، هڪبئي سان مَڻ مَٽن ٿا،
ڪئن سيگهہ ۾ سَٽن ٿا، ڪئن جلد ۾ جَهٽن ٿا.
اهڙيون عجيب رانديون، آهن ڪٿان تو آنديون؟

ڳجگوڙ جئن ڳجي ٿي، مُرليءَ جي ڌُم مچي ٿي،
نانگڻ ڪِنوڻ اچي ٿي، لهريون هٽي نچي ٿي،
تنهنجو اندر چِچي ٿو، رئندي پِنجهر پِڄي ٿو.

سُهڻا لغڙ سدائين، تو اندلٺ جان ناهين،
بادل مٿان اُڏائين، ڇا راند تو رَچائين،
ڇا صبح سونَ ڏنگي، ڇا شام لعل رنگي.

ڌرتيءَ سان سِر ڳسائڻ، ڌُوران رڳو پَسائڻ،
دوکو نظر کي لائڻ ۽ پورڙا پُلائڻ،
تو ڏانهن پَڃان مان جئن ٿو، ’بيوس‘ پَڃِين تون تئن ٿو.

ڪشنچند ’بيوس‘

# مشق

-1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هي نظم ڇا جي باري ۾ آهي؟

( ب ) نانگڻ ڪِنوڻ اڃي ٿي، جو مطلب ڇا آهي؟

( ج ) آسمان تي صبح جي وقت ڪهڙو رنگ نظر ايندو آهي؟

( د ) اندلٺ ۾ ڪيترا رنگ ٿين ٿا ۽ انهن جا نالا لکو؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | لفظ جو استعمال |
|---|---|---|
| ماٺي | | |
| ڳجهه | | |
| پوررڙا | | |
| نگهه | | |
| پسائڻ | | |
| پِنجهر | | |

-3 هيٺيان اصطلاح معنيٰ سان سمجهايو:

چال چلڻ - ڳجهه سلڻ - ٻاهه ٻارڻ - پوررڙا ٻُلائڻ - راند رچائڻ

-4 هيٺ ڏنل نظم جو بند مڪمل ڪريو:

* ڳجگوڙ جئن ڳجي ٿي، .......................... مچي ٿي،
نانگڻ ڪِنوڻ اڃي ٿي، ............................ نچي ٿي،
تنهنجو اندر ڇِڄي ٿو، ............................. پِڄي ٿو.

-5 نظم مان هم قافيہ لفظ چونڊي لکو. جيئن: نهارين - تارين

سبق پندرھون

# ايچ ايم خوجا

سکيا جي حاصلات
- تعليمي شخصيت بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- نوان لفظ سکي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- درست جواب ڳولي خال ڀرڻ.
- امريہ جملن بابت ڄاڻڻ.

سنڌ سُونهاريءَ هر دور ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ڪيا آهن جن پاڻ ارپڻ جي جذبي سان ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪئي آهي. ايچ ايم خوجا بہ اهڙن ماڻهن مان هڪ آهي.هن تعليمي ميدان ۾ شاندار خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. سندس پورو نالو حاجي خان ۽ سندس پيءُ جو نالو مهر علي آهي. جيڪو هڪ ننڍو واپاري هو.

ايچ ايم خوجا 8 آڪٽوبر 1907ع تي، ٽنڊي باگي ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم بہ اتي ئي ورتي. جتي محمد صديق 'مسافر' جهڙو استاد مليس. ثانوي تعليم نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد سنڌ مان ورتائين، جتان 1928ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. 1932ع ۾ ڊي-جي ڪاليج، ڪراچيءَ مان بي-اي ڪري، لاڙڪاڻي ۾ استاد مقرر ٿيو. 1934ع ۾ مدرسہ هاءِ اسڪول نوشهري فيروز ۾ استاد مقرر ٿيو. 1935ع ۾ ممبئي يونيورسٽيءَ مان، پنهنجي خرچ تي بي-ٽي امتحان پاس ڪيائين. پوءِ سِکيا ورتل اُستاد طور ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۾ مقرر ٿيو. 1936ع ۾ سرڪاري نوڪري ڇڏي، ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ نوابشاهہ جي هڪ ننڍي مڊل اسڪول ۾ هيڊ ماستري قبول ڪيائين. سندس محنت ۽ ڪوشش سان، 1940ع ۾ ان مڊل اسڪول کي هاءِ اسڪول جو درجو ڏنو ويو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ، ولس اسڪول کي بہ ايچ ايم خوجا (جي-پي) هاءِ اسڪول ۾ شامل ڪيو ويو، جيڪو 'خوجا گارڊن' جي نالي سان مشهور آهي. ايچ ايم خوجا شاگردن لاءِ هاسٽلون، استادن لاءِ ڪوارٽر ۽ لطيف هال تعمير ڪرايا. انٽرنئشنل هاسٽل پڻ جوڙايائين. جنهن ۾ سنڌ سميت، بلوچستان ۽ ٻين صوبن جا شاگرد بہ رهندا هئا.

ايچ ايم خوجا جا شاگرد، وڏن عهدن تي فائز آهن.

ايچ ايم خوجا کي گُلن ۽ وڻڪار سان بہ ڏاڍو چاهہ هو. ميونسپل ڪاميٽيءَ جي اعزازي ميمبر جي حيثيت سان هن نواب شاهہ ۾ وڻ پوکرايا ۽ رستا نهرايا. ان سان نواب شاهہ جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ٿيو.

نواب شاهہ جا سڀ تعليمي ادارا، جهڙوڪ: ميونسپل (اسلاميہ) هائر سيڪنڊري اسڪول، گورنمينٽ هائر سيڪنڊري اسڪول، ايچ ايم خوجا (اپوا) گرلس اسڪول، گورنمينٽ ڊگري ڪاليج، قائداعظم لا ڪاليج بہ سندس ڪوشش جو نتيجو آهن. ان ڪان سواءِ ايچ ايم خوجا هاءِ اسڪول سوسائٽي نواب شاهہ ۾ ايچ ايم خوجا گرلس مڊل اسڪول (نِيوا‌ِيرا) بہ سندس خرچ ۽ محنت سان قائم ٿيا.

ايچ ايم خوجا 55-1954ع ۾، فورڊ فائونڊيشن آمريڪا جي دعوت تي آمريڪا پڻ ويو، جتي هن تعليمي ادارن جو معائنو ڪيو. اُتي هن آمريڪي تعليمي سرشتي، تجربن ۽ نظرين جو ڳُوڙهو اڀياس ڪيو. اتان موٽي هن پنهنجن تعليمي ادارن جي بهتريءَ لاءِ، وڏيڪ محنت ڪئي.

ايچ ايم خوجا جي تعليمي خدمتن طور، پاڪستان جي صدر فيلڊ مارشل ايوب خان، کيس 'تمغہ خدمت' سان نوازيو. پاڪستان جي صدر فاروق احمد لغاريءَ پڻ کيس حُسنِ ڪارڪردگيءَجو تمغو ڏنو.

ايچ ايم خوجا کي، ميونسپل ڪاميٽي نواب شاهہ پاران، شهر جي سوني ڪُنجي پيش ڪئي وئي.

ايچ ايم خوجا جو سڄي زندگي تعليم ۽ تدريس سان ئي لاڳاپو رهيو. هن پليءَ پت جاتو ٿي تہ قومي ترقيءَ لاءِ تعليم ڪيتري ضروري آهي. ايچ ايم خوجا ان ڏس ۾ عملي طور جاکوڙيو. تعليم جي واڌاري جو کيس ڏاڍو اونو هوندو هو. جنهن جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ آخري پساهن تائين تعليم جي واڌاري بابت هدايتون ڏيندو رهيو.

تعليمي ماهر، دانشور، ادب ۽ ثقافت جي گهٽگهري ايچ ايم خوجا، 92 ورهين جي ڄمار ۾، 20 سيپٽمبر 1999ع تي حيدرآباد ۾ لاڏاڻو ڪيو.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ايچ ايم خوجا جو پورو نالو ڇا آهي؟
( ب ) هن ابتدائي تعليم ڪٿي ورتي؟
( ج ) ايچ ايم خوجا ميٽرڪ ڪهڙي اسڪول مان پاس ڪئي؟
( د ) ايچ ايم خوجا بي-اي ڪهڙي ڪاليج مان پاس ڪئي؟
( هه ) ايچ ايم خوجا کي تعليمي خدمتن جي مڃتا طور ڪهڙا تمغا مليا؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ارپڻ - ثانوي - اپياس - تدريس - اونو - سرانجام - تمغو

3- هيٺ ڏنل خال مناسب لفظن سان پريو:

- ايچ ايم خوجا ........................ شهر ۾ پيدا ٿيو.

(تلهار - بدين - ٽنڊو باگو)

- ايچ ايم خوجا حيدرآباد جي ........................ هاءِ اسڪول مان تعليم ورتي.

(گورنمينٽ - نور محمد - مسلم)

- ايچ ايم خوجا بي ٽي جو امتحان ........................ يونيورسٽي مان پاس ڪيو.

(ممبئي - سنڌ - پنجاب)

- ايچ ايم خوجا کي تعليم جي خدمت عيوض پاڪستان جي صدر پاران ........................ جو تمغو ڏنو.

(ستاره امتياز - تمغ خدمت - حسنِ ڪارڪردگي)

4- امر معنيٰ 'حڪمُ' اهڙا جملا جن مان خبر پوي ته ڪنهن به ڪم ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو ويو آهي.

جيئن: ڪتاب پڙهه، قلم ڪٽي ڏي، چوڪر ٻاهر نه وڃ.

اوهين اهڙا ڪي به پنج امر وارا جملا ٺاهي ڏيکاريو.

## سرگرمي:

1. اوهان پنهنجي علائقي جي ڪنهن به هڪ تعليمي شخصيت بابت مضمون لکو.
2. توهان سنڌ جي مختلف تعليمي ماهرن جي نالن جي لسٽ تيار ڪريو.
3. هيٺ ڏنل سنڌ جي تعليمدانن جون تصويرون ڏسي نالا پڙهي ٻڌايو:

حسن علي آفندي

علامه عمر بن محمد دائود پوٽو

محمد صديق مسافر

ديوان ڪوڙو مل

پروفيسر مريم نوحاڻي

پروفيسر شمس عباسي

### سکيا جي حاصلات

- ماحول بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- سبق جو خلاصو لکڻ.
- وڻ ۽ انهن جي فائدن بابت ڄاڻڻ.
- نوان لفظ سکي لغت مان معنائون ڳولڻ.
- ڪنهن عنوان تي لکڻ.
- مناسب لفظن سان خال پرڻ.
- صفت جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

## سبق سورهون

# ماحول دوست، وَڻَ

هر جاندار کي صحتمند رهڻ لاءِ صاف ماحول جي ضرورت هوندي آهي. گذريل ڪيترن ڏهاڪن کان ماڻهو ماحول ۾ ايندڙ تبديلين جي سببن ۽ اثرن کان واقف ٿي چڪا آهن. خاص طور تي عالمي تپش (Global Warming) سان گرمي پد ۾ واڌارو اچي ويو آهي. انساني آبادي جيئن جيئن وڌي رهي آهي، تيئن تيئن گرين هائوس گئسن ۾ اضافو ٿي رهيو آهي، عام ٽرئفڪ توڙي توانائي ۽ بجليءَ تي هلندڙ گاڏيون، ڪلون ۽ مشينون زهريلي گئس خارج ڪن ٿيون، جنهن سان آڪسيجن ۾ مسلسل ڪوٽ اچي رهي آهي.

وڻڪار ۽ ٻيلا نه هئڻ ڪري، ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ وڌي رهي آهي جو ته، وڻ ڌرتيءَ جي گدلاڻ کي گهٽائي آڪسيجن ۽ ٿڌي هوا ۾ اضافو ڪن ٿا ۽ زهريلي گئس کي جذب ڪن ٿا.

دنيا جي بقا لاءِ ضروري آهي ته اسين ماحولياتي گدلاڻ کي روڪڻ لاءِ جوڳا اُپاءَ وٺون. عالمي تپش جي ڪري، اقوام متحده سميت سڄيءَ دنيا کي ڳڻتيءَ اچي ورايو آهي، جو ته گدلاڻ سبب موسمن ۾ ڦيرگهير ٿي رهي آهي، جنهن سان وري قدرتي آفتن ۾ واڌارو ٿي رهيو آهي. سردين توڙي گرمين ۾ واڌ، تيز برساتون، زلزلا، طوفان، سونامي، واچوڙا، جنهن ڪري ٻوڏ يا خشڪ ساليءَ جي ڪري گهڻو جاني ۽ مالي نقصان ٿي رهيو آهي. ترقي يافته ملڪ جديد ٽيڪنالاجيءَ، سني انتظام

وسيلي گھٽي نقصان کان بچيو وڃن. توڙي جو ماحول جي بگاڙ ۾ سندن وڏو هٿ آهي پر غريب ۽ پٺتي پيل ملڪن کي پوکڻو پوي ٿو ان ڪري گدلاڻ کي روڪڻ لاءِ وڻ ۽ ٻوٽا پوکڻ تمام ضروري آهن.

”وڻ زمين جا زيور آهن“، وڻڪار جي ڪري اسان کي صاف هوا، پاڻي ۽ صاف سٿرو ماحول ملي ٿو. ان ڪانسواءِ ٻيا بہ انيڪ فائدا ملن ٿا. اسان وڻن مان ميوو، ڪاٺ، ماکي، مال جو چارو، ڪنئور، دوائون ۽ ٻيون روزاني واهپي جون بيشمار نعمتون حاصل ڪري سگهون ٿا.

زرعي فصلن تي ٿيندڙ جيت مار دوائن جو اسپري ۽ ڪارخانن جي ڪيميڪل وارو پاڻي، اسان جي کاڌ خوراڪ کي گدلو ۽ زهريلو ڪري رهيو آهي، زمين بنجر ٿي رهي آهي ان ڪري زرعي پيداوار متاثر ٿي رهي آهي. وڻ اهڙن سيني مرضن جو علاج آهن.

وڻڪاريءَ جا ڏهاڙا تہ ملهايا وڃن ٿا پر انهن جي پوري سارسنڀال نٿي لڌي وڃي. وڻن جي چانگ، وڻن جي صحت لاءِ ضروري آهي پر وڻن جي ’واڍي‘ ڏوھ ۽ ’پوکڻ‘ ثواب آهي. سرڪار کي کپي تہ وڻن جي واڍي روڪڻ واري قانون کي اڃا بہ سخت ڪري ۽ ان تي عمل ڪرايو وڃي.

وڻڪاري توڙي گلن ٻوٽن پوکڻ لاءِ ماڻهن ۾ سجاڳي آڻڻ لاءِ اهڙا پروگرام سرڪاري يا خانگي سطح تي ڪرايا وڃن جنهن تي خرچ گهٽ ٿئي ۽ فائدو گهڻو حاصل ڪري سگهجي. اسان مان هرڪو هڪ هڪ وڻ پوکي قومي فرض نڀائي ۽ دنيا کي جنت بڻائي.

وڻ سال جي هر مند توڙي هر جڳهہ تي پوکي سگهجن ٿا، جيڪي تيزابيت کي ختم ڪري موسمي اثرن کي بهتر بڻائي سگهن ٿا.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) وڻ پوکڻ ڇو ضروري آهن؟
( ب ) گرمي پد کي ڪهڙي شيءِ وڌائي ٿي؟
( ج ) ڪهڙيون شيون زهريلي گئسون خارج ڪن ٿيون؟
( د ) ڪهڙين شين کي قدرتي آفتون سڏيو وڃي ٿو؟
( هه ) اسان جي کاڌ خوراڪ کي ڪهڙيون شيون گدلو ڪن ٿيون؟
( و ) ماحولياتي گدلاڻ کي روڪڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ونڻ گهرجن؟

2- سبق پڙهي ان جو خلاصو لکو ۽ بيان ڪريو.

3- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو:

ماحوليات - پد - انيڪ - اضافو - سونامي - جذب

4- هيٺيان خال پريو:

* موسمن ۾ ڦير گهير جو سبب ...................... آهي.
* گدلاڻ کي روڪڻ لاءِ ...................... پوکڻ ضروري آهن.
* جيت مار دوائن سبب زمين ...................... ٿئي ٿي.
* وڻن جي صحت لاءِ ...................... ضروري آهي.

5- وڻن مان فائدا ۽ وڻن جي واڍيءَ جا نقصان پنهنجن لفظن ۾ لکي ڏيکاريو.

6- اهڙن لفظن کي صفت چئبو آهي جيڪي اسم جو گڻ، اوگڻ، تعداد، مقدار، قد وغيره ڏيکارين، اوهين هيٺ ڏنل جملن مان صفتون چونڊيو.

- سکر سهڻو شهر آهي.
- معصوم شاهه جو منارو گهڻو اوچو آهي.
- سڄ لهڻ وقت ڏاڍي ڳاڙهاڻ ٿيندي آهي.

ياد رکو: توهان مان هرڪو هڪ هڪ وڻ ضرور پوکي.

سرگرمي: اُستاد ٻارن کان ماحوليات بابت تصويرون نهرائي انهن جي نمائش ڪري.

### سکيا جي حاصلات

- گيت مان لطف اندوز ٿيڻ.
- گيت سُر ۾ لئه سان پڙهڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- هم آواز لفظ ڳولڻ

## سبق سترهون

# گِدري ڦار چنڊ

آ گدري جي ڦار، امان! اڄ پورو ناهي چنڊ.
اسان کي بک به ڏاڍي آ!

ڏاڙهونءَ ڪڻ چوڏار، امان! هي تارا تارا مَنڊُ.
اسان کي بک به ڏاڍي آ!

ڏُٿُ نه ڏؤنرن ڏار، امان! تون پيهين خالي جنڊُ.
اسان کي بک به ڏاڍي آ!

هي چَنڊُ امان! هي مَنڊُ امان! پر سڀ کان ڳورو جَنڊُ، امان!
هي تنهنجو ڪورو جَنڊُ امان!

شيخ اياز

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ”گدري جي ڦار“ جهڙو چنڊ ڪهڙي تاريخ جو ٿيندو آهي؟

( ب ) ڏاڙهون ڪڻ چوڏار جو مطلب ڇا آهي؟

2- هيءُ گيت زباني ياد ڪريو ۽ ڪورس ۾ سُر سان ٻڌايو.

3- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڦار - ڪَڻ - چوڏار - ڏُٿُ - ڳورو

4- گيت مان هم آواز لفظ ڳوليو: جيئن: جَنڊُ - منڊُ

سرگرمي: اوهان کي شيخ اياز جو ٻيو شعر ياد هجي ته ٻڌايو.

استاد لاءِ هدايت: اُستاد ٻارن کي شيخ اياز بابت ٻڌائي.

سکيا جي حاصلات

- لوڪ ڪهاڻيءَ بابت ڄاڻڻ.
- سبق پڙهي سوالن جا جواب لکڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- خال پرڻ.
- جملا درست ڪرڻ.
- اصطلاحن جي معنيٰ ڄاڻڻ.
- صفت جي قسمن بابت ڄاڻڻ.

## سبق ارڙهون

# مومل راڻي جي ڪهاڻي

سنڌ جي ماٿيلي واري ڀاڱي تي، گجر ذات جو راجا نند حڪومت ڪندو هو. کيس دولت ڪٺي ڪرڻ ۽ شڪار ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. هڪ ڀيري ڪنهن جانور جو شڪار ڪري، اُن جو ڏند هٿ ڪيائين ۽ ان جي مدد سان پنهنجو سمورو خزانو درياءَ جي پيٽ ۾ لڪائي ڇڏيائين.

راجا نند کي نَوَ نياڻيون هيون. منجهائن وڏي سومل سيني کان عقلمند هئي ۽ ننڍي مومل سيني کان وڌيڪ سهڻي هئي. راجا نہ کيس ڏاڍو پيئيندو هو، انڪري اهو جادوئي ڏند کيس سنڀالي رکڻ لاءِ ڏنائين، پر ڏند جي اصلي راز جو نہ ٻڌايائين.

هڪڙي جادوگر کي ڪنهن طرح راجا جي لڪايل خزاني جي خبر پئجي ويئي، سو هڪ ڏينهن جڏهن راجا شڪار تي ويل هو تہ هُو مومل سان ٺڳي ڪري اهو ڏند وٺي، درياءَ مان سمورو خزانو ڪڍي غائب ٿي ويو. راجا جڏهن شڪار تان موٽيو تہ کيس ڏند وڃائڻ جي خبر پئي. هو مومل تي ڏاڍو ناراض ٿيو، پر سندس وڏي ڌيءَ سومل آٿت ڏنس تہ ”ايترو خزانو آءٌ اوهان کي گڏ ڪري ڏينديس.“

سومل پيءُ کان موڪل وٺي، ڪاڪ ڪنڌيءَ تي هڪڙي ماڙي اڏائي ۽ پنهنجي ڀينرن ۽ نوڪرياڻين کي ساڻ وٺي اُتي رهڻ لڳي. هن پنهنجي هوشياريءَ سان ماڙيءَ جي چوڌاري جادوءَ جو باغ تيار ڪرايو ۽ ان جي وچان لنگهندڙ سوڙهي رستي تي خوفناڪ جادوئي جانور ببهاري ڇڏيا، جن جي ڏيجاريندڙ رڙين تي وڏا وڏا بهادر بہ ڏڪي ويندا هئا. ان ڪانسواءِ ڪيترائي گمراهہ ڪندڙ ۽ موتمار جادوئي کيل پڻ تيار ڪرائي رکيائين.

جڏهن ڪاڪ جي ڪناري تي اهو جادوئي محل تيار ٿي ويو تہ سومل پڙهو گهمرايو تہ ”جيڪو شهزادو باغ مان لنگهي، مومل وٽ سلامتيءَ سان پهچندو، اهو ساڻس شادي ڪندو. ٻيءَ حالت ۾ کيس پنهنجي مال ۽ سامان تان هٿ ڪڻڻو پوندو.“

مومل جي سونهن جي هاڪ ٻڌي ڪيترائي شهزادا آيا، پر پنهنجو ڌن دولت

ڦرائي ويا ان وقت عمرڪوٽ جو بادشاهہ همير سومرو هو. هڪڙي ڏينهن هو پنهنجن ٽن وزيرن سان گڏجي شڪار تي نڪتو. راڻو مينڌرو سوڍو انهن سڀني ۾ بهادر ۽ عقلمند هو ۽ همير سومري جو سالو بہ هو. رستي تي کين هڪ فقير مليو، جنهن مومل ۽ اُن جي ڪاڪ محل بابت پنهنجي روئداد ٻڌائي. انهيءَ ڳالهہ چئني يارن جي دل ۾، مومل حاصل ڪرڻ جو شوق پيدا ڪري ڇڏيو. پوءِ تہ چار ئي ڄڻا پنهنجو ڀاڳ آزمائڻ لاءِ ڪاڪ ڏانهن روانا ٿيا، اُتي پهچي، ماڙيءَ جي ٻاهر رکيل پير تي ڏونڪو هنيائون تہ سيڪاريل نوڪرياڻي ناتر ٻاهر آئي ۽ سندن اچڻ جو اطلاع وڃي اندر ڪيائين.

ٿوري دير ڪان پوءِ ناتر طعام ڪٽائي اچي سندن اڳيان رکيو. راڻي مينڌري پنهنجي ٽنهي ساٿين کي اهو ڪائڻ کان منع ڪئي ۽ اُن مان ذرو ڪٽي ڪُتي کي ڏنو، جيڪو ڪائڻ سان مري ويو. ناتر پوءِ ٻيون بہ اٽڪلون ڪيون، پر سندس ڪابہ اٽڪل ڪامياب نہ ٿي. آخر ۾ کين چيائين تہ "مومل سان ملڻو اٿوَ تہ مون سان هڪ هڪ ٿي هلو." پوءِ تہ اهي هڪ هڪ ٿي ناتر سان گڏجي ويا، پر هوءَ رستي تي گوهي ڏئي نڪري ٿي ويئي . پڇاڙيءَ ۾ جڏهن راڻي مينڌري کي ساڻ ڪري، هُن رستي تان پڇڻ واري ڪئي تہ راڻي ڪٽي وارن کان ورتس ۽ چڪي سڌو ڪيائينس. اڳيان هلي جڏهن هڪ تلاءُ تي پهتا تہ ناتر وري بہ اٽڪل ڪري پڇي ويئي ۽ راڻو اڪيلو رهجي ويو. راڻي پاڻيءَ جي اونهائيءَ کي ڏسڻ لاءِ سوپاري ڪڍي پاڻيءَ ۾ اڇلائي، پر اُها آواز ڪندي پري وڃي پئي تڏهن راڻي سمجهيو تہ تلاءُ رڳو نڳيءَ جو نهيل آهي. پوءِ تہ گهوڙي کي ڊوڙائي اچي مومل جي ماڙيءَ وٽ پهتو، جتي ناتر اڳيئي بيٺي هئي. هوءَ کيس انهيءَ ڪمري ۾ وٺي آئي، جتي هڪجهڙيون ست کٽون هڪجهڙن هنڌن سان پيون هيون. راڻي جڏهن کٽن کي آزمائڻ لاءِ، پنهنجي لڪڻ سان مٿن زور ڏنو تہ ڇهن کٽن جا هنڌ هيٺ وڃي کوهن ۾ ڪريا پوءِ راڻو ستين کٽ تي وينو، جيڪا صحيح ۽ سلامت هئي. جڏهن اها اٽڪل بہ ڪامياب نہ ٿي تہ ناتر کيس هڪڙي ٻئي ڪمري ۾ وٺي آئي، جتي هڪجهڙين سهڻين صورتن واريون ڪيتريون ئي عورتون بيٺيون هيون. سندن هٿن ۾ گلن جا هار هئا. ناتر راڻي کي چيو تہ: "هنن عورتن ۾ مومل بہ بيٺل آهي، پر تون جنهن جي ٻانهن ۾ هٿ وجهندين، اُن سان تنهنجي شادي ڪرائي ويندي."

راڻو پهرين تہ مُنجهي پيو، پر پوءِ هڪڙي عورت جو وارن جي مٿان پوئنر پرندي

ڏنائين. راڻو سمجهي ويو تہ خوشبودار وارن واري ئي مومل تي سگهي ٿي. هن اڳتي وڌي وڃي ڪيس هٿ ڪان ورتو تہ مومل پڻ گلن جو هار سندس ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيو. پوءِ تہ خوشيون ٿي ويون ۽ ٻنهي جي شادي ٿي وئي.

راڻي جا ٽيئي دوست ڪاوڙجي، پنهنجي ملڪ ڏانهن روانا ٿي ويا. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ همير سومري ڪنهن بهاني سان راڻي کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو تہ جيئن هو مومل سان ملي نہ سگهي. پر راڻي کان رهيو نہ ٿيو، هو روز رات جو تکي اُٺ تي چڙهي ڪاڪ هليو ويندو هو. ۽ مومل سان ملي جلد واپس ايندو هو.

هڪ ڀيري راڻي کي مومل سان ملڻ ۾ گهڻا ڏينهن ٿي ويا تہ سندس جدائيءَ ۾ مومل اُداس رهڻ لڳي ۽ پنهنجي وڏي ڀيڻ سومل کي راڻي جو لباس پهرائي، پاڻ سان گڏ سُمهاري ڇڏيندي هئي. هڪ رات راڻو جيئن ماڙيءَ تي پهتو تہ اوندهہ ۾ سومل کي مرد سمجهي، ڪاوڙ ۾ پرجي ويو ۽ پنهنجو لڪڻ نشانيءَ طور مومل جي پرسان رکي واپس عمرڪوٽ هليو ويو.

صبح جو جڏهن مومل ننڊ مان اُٿي، تہ سمجهي وئي تہ راڻو ڪاوڙجي واپس هليو ويو آهي. پوءِ تہ ڪيس اچڻ لاءِ ڪيترائي نياپا موڪليائين، پر هو نہ آيو. مومل راڻي جي هلت مان ڏاڍي مايوس ٿي ۽ حياتيءَ کان بيزار ٿي وئي. تنهنڪري باهہ جو هڪ مچ تيار ڪرائي پاڻ ڪٽي اُن ۾ اڇليائين. راڻي کي جڏهن اها خبر پئي تہ هو ٻہ ڊوڙندو اُتي پهتو. پر تڏهن گهڻي دير ٿي وئي هئي، انڪري پاڻ بہ اُن مچ ۾ ٽپي پيو ۽ مومل سان ملي مٽي ٿي ويو.

## مشق

-1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) راجا نند کي ڪهڙو اولاد هو؟
( ب ) هن پنهنجو خزانو ڪٿي ۽ ڪيئن لڪايو؟
( ج ) بادشاهہ مومل تي ڇو ناراض ٿيو؟
( د ) سومل ڪاڪ نديءَ تي ماڙي ڇو اڏائي؟
( هہ ) راڻي، مومل کي ڪيئن سڃاتو؟
( و ) راڻو، مومل کان ڇو ڪاوڙجي ويو؟
( ز ) راڻي ۽ مومل جو موت ڪيئن ٿيو؟

-2 هينين لفظن جي معنيٰ ڏئي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

آتت - موتمار - روئداد - گمراهه - اُداس - ڪنڌي

-3 هينيان خال ڀريو:

- سنڌ جي ماٺيلي واري ڀاڱي تي، گجر ذات جو .................. حڪومت ڪندو هو.
- راڻو مينڌرو سوڍو انهن سيني ۾ .................... ۽ عقلمند هو.
- ٿوري دير ڪان پوءِ .................. طعام ڪٽائي اچي سندن اڳيان رکيو.
- راڻي ڀاٽيءَ جي اونهائيءَ کي ڏسڻ لاءَ .................... ڪدي ڀاٽيءَ ۾ اڇلائي.
- هو روز رات جو ٽڪي .................... تي چڙهي ڪاڪ هليو ويندو هو.

-4 جملا درست ڪريو:

- افضل اچي ٿي ۽ جميلا پڙهي ٿو.
- ماني ڪائجي ٿو ۽ پينسل چلجي ٿو.
- چوڪرو ڊوڙي ٿي ته ڏڪو ڪائي ٿي.

-5 هيٺ ڏنل اصطلاحن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

هٿ ڪٽڻ - پڙهو گهمائڻ - پير تي ڏونڪو هڻڻ - پؤنر پرڻ

-6 هڪ ٻه ٽي چار صفت آهن پر هڪڙو، ٻيو، ٽيون چوٿون به صفتون آهن. صفت جا ٻه قسم آهن: هڪ ٻه ٽي صفت شماري آهي جڏهن ته هڪڙو، ٻيو، ٽيون صفت قطاري آهي.

يعني صفت جا ٻه قسم: 1- صفت شماري 2- صفت قطاري.

هيٺ ڏنل جملن مان صفت شماري ۽ صفت قطاري چونڊيو.

* اسين ڏهه چوڪرا آهيون.
* ڏهين نمبر چوڪري کي سڏ ڪري اچو.
* اسين ڇهين ڪلاس ۾ پڙهون ٿا.
* پهريون نمبر چوڪرو ڪهڙو آهي؟

-7 اوهان کي ٻي ڪا لوڪ ڪهاڻي ياد هجي ته لکي اچو.

سبق اوڻيهون

# بيگم صغرا هدايت الله

**سکيا جي حاصلات**

- وطن جي آزاديءَ ۾ عورتن جي ڪردار بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- ڪنهن شخصيت بابت لکڻ.
- فعل بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

تاريخ ۾ پهريون ڀيرو، پاڪستان جو جهنڊو کوڙڻ واريءَ جنهن خاتون جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو، اها هئي بيگم صغرا هدايت الله، جيڪا آل انڊيا مسلم ليگ

وومين ڪاميٽيءَ جي صدر پڻ هئي. سندس جنم جو هَنڌ، سنڌ جو تاريخي شهر شڪارپور آهي. تن ڏينهن جي رواج مطابق کيس گهر ۾ تعليم ڏياري وئي.

بيگم صغرا جي شادي غلام حسين هدايت الله نالي هڪ نوجوان سان ٿي. جيڪو تازو ئي لنڊن مان وڪالت جي اعليٰ تعليم پوري ڪري وطن وريو هو.

ان وقت هندستان تي انگريزن جو راڄ هو ۽ سنڌ، ممبئي پريزيڊنسي ۾ شامل ڪئي وئي هئي، تڏهن هن نوجوان سياستدان کي، ممبئي پريزيڊنسي طرفان وزير چونڊيو ويو ۽ هو اٺن سالن تائين وزير رهيو. جڏهن مسلم ليگ، عورتن جي سب ڪاميٽيءَ جوڙي وئي تہ ان جو صدر بيگم صغرا کي چونڊيو ويو.

سندس ساٿي ڪارڪنن ۾، بيگم شعبان ۽ مِس ولي محمد جان جا نالا ذڪر جوڳا آهن. هن ڪاميٽيءَ جو پهريون اجلاس ڪراچي شهر جي 'گانڌي گارڊن' ۾ ٿيو، ان اجلاس کي بيگم هدايت الله ۽ بيگم شفيع خطاب ڪيو.

ليڊي هدايت الله، ڪانفرنس جي صدر جا ٿورا مڃيندي، تاريخ ۾ مسلم عورتن جا ڪارناما ٻڌايا. هن پنهنجي پُرجوش تقرير ۾ چيو تہ: "مسلمان عورتن کي ليگ جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿي پنهنجي پيدائشي حق آزاد وطن جي جدوجهد ڪرڻ گهرجي."

بيگم صغرا، سنڌ جو طوفاني دورو ڪري مسلمان عورتن کي مسلم ليگ ۾ شامل ڪرايو ۽ ڪيترئون ئي سجاڳ عورتون مسلم ليگ جون ميمبر بڻيون.

جڏهن لاهور ۾، مسلم ليگ جي عورتن جو هڪ وڏو احتجاجي جلوس، بيگم صغرا جي اڳواڻيءَ ۾ نڪتو ته اُن وقت جي سرڪار ٻنهي طرفن کان پوليس جا وڏا جَٿا بيهاري ڇڏيا. هڪ پوليس عملدار اڳتي وڌي، بيگم صغرا جي رستا روڪ ڪندي کيس چيو ته: ”اوهان اڳتي نه ٿا وڌي سگهو“. بيگم صغرا کيس چيو ته: ”خبردار! اسين سنڌ مان آيون آهيون ۽ اسان موٽي وڃڻ لاءِ نه، پر جھنڊو عمارت جي مٿان کوڙڻ آيون آهيون.“ پوءِ بيگم صغرا جھنڊي ۽ ساٿين سميت ٻاهر ڇپر تي ويهي رهي. ايتري ۾ هڪ سيڪيورٽي گارڊ، بيگم صغرا کي وارننگ ڏيندي چيو ته: ” گرائونڊ خالي ڪريو! ڳوڙها گئس جا شيل ۽ هوائي فائرنگ ٿيڻ واري آهي. “ پر هن کين ڪُتو جواب ڏنو ته: ”اسين ايستائين نه ويندياسين جيستائين پنجاب سيڪريٽريٽ جي عمارت تي جهندو نه چاڙهينديوسين.“

نيٺ هنن بهادر عورتن کي سوڀ نصيب ٿي ليڊي صغرا وڃي عمارت تي جھنڊو چاڙهيو. ٻئي ڏينهن، ليڊي هدايت الله کي ساٿي عورتن سميت گرفتار ڪيو ويو. آخرڪار ٽن ڏينهن کان پوءِ اُهي باندي عورتون آزاد ٿيون. هن بهادر عورت پاڪستان جي آزاديءَ واريءَ تحريڪ ۾ وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا ۽ عورتن جي سجاڳيءَ لاءِ گهڻو پاڻ پتوڙيو.

1982ع ڌاري، ڪراچيءَ ۾ ”پهرين سنڌي عورت سربراهه ڪانفرنس“ جي صدارت جو اعزاز پڻ بيگم صغرا هدايت الله کي حاصل آهي. هن بهادر عورت 1985ع ۾، ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

## مشق

-1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) بيگم صغرا هدايت الله سنڌ جي ڪهڙي شهر ۾ جنم ورتو؟

( ب ) پاڪستاني جھنڊو ڦڙڪائڻ واري پهرين عورت جو نالو ڇا آهي؟

( ج ) بيگم صغرا جي شادي ڪنهن سان ٿي؟

( د ) 1982ع ۾، ”پهرين عورت سنڌي سربراهه ڪانفرنس“ ڪٿي ٿي؟

( ه ) پهرين عورت سنڌي سربراهه ڪانفرنس جي صدارت ڪنهن ڪئي؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو:

مستقل - سوپ - تحريڪ - احتجاج - اعزاز

-3 هيٺ ڏنل جملا درست آهن تہ ’ها‘ تي (✓) جو نشان ۽ غلط آهن تہ ’نہ‘ تي (✗) جو نشان لڳايو:

- بيگم هدايت الله جي جنم جو هنڌ ممبئي آهي. (ها - نہ)
- بيگم صغرا پنجاب سيڪريٽريٽ جي عمارت تي پاڪستان جو جهنڊو چاڙهيو. (ها - نہ)
- ان وقت هندستان تي انگريزن جو راڄ هو. (ها - نہ)
- جڏهن مسلم ليگ عورتن جي سب ڪاميٽيءَ جوڙي وئي تہ ان جو صدر پڻ بيگم شفيع کي چونڊيو ويو. (ها - نہ)
- هن بهادر عورت 1985ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. (ها - نہ)

-4 بيگم صغرا هدايت الله جي ڪارنامن بابت پنهنجن لفظن ۾ مضمون لکو.

-5 اهو لفظ، جنهن مان هئڻ، ڪرڻ، سهڻ يا ڪنهن ڪم ٿيڻ جي معنيٰ نڪري اُن کي فعل چئبو آهي. فعل جا ٻہ قسم آهن: فعل لازمي ۽ فعل متعدي.

مثال: (1) وفاداريءَ سبب ماڻهو حيوان کي بہ پيار ڪندا آهن.
(2) جيڏا اُٺ تيڏا لوڏا.
(3) پاڻي ۽ باهہ گهٽ ڪري نہ ڄاڻجن.

-6 هن سبق مان فعل چونڊي لکو.

## سرگرمي:

(i) استاد بيگم صغرا جي زندگيءَ تي شاگردن کان ٽيبلو ڪرائي.
(ii) استاد جي مدد سان هڪ ننڍو البم ٺاهيو جنهن ۾ تحريڪ پاڪستان ۾ ڪردار ادا ڪندڙ ٻين عورتن جون تصويرون نالن سميت لڳايو.

سبق ويھون

# سکر جو سير

**سکيا جي حاصلات**

- نظم مان لطف اندوز ٿيڻ.
- نظم سُر ۽ لئہ سان پڙھڻ.
- لفظن جون معنائون لکڻ.
- لفظن جا ضد ڳولي لکڻ.
- فعل لازمي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

سنڌ سڄيءَ ۾ ٽيون نمبر،
ڏسو ھي سھڻو شھر سکر!

’ڪرڙيءَ‘ جو ميدان ھتي،
سنڌوءَ جو وڏ شان ھتي،
تفريح سان گڏ ڄاڻ پريو،
آھہ سَجايو ھيءُ سفر،
ڏسو ھي سھڻو شھر سکر.

ھتي ’معصوم شاھہ‘ جو منارو،
ان تان ٿئي ٿو خوب نظارو،
ماضيءَ جو ھي منظر پيارو،
پري ڪان ايندو آھي نظر،
ڏسو ھي سُھڻو شھر سکر!

آدم شاھہ جي ٽڪريءَ چڙھبو،
ساڌ ٻيلي ٻيڙيءَ تي ھلبو،
پُل جي پريان ھلي ڏسبو،
وچ درياھہ ۾ ٻيٽ ٻکر،
ڏسو ھي سُھڻو شھر سکر.

سج لھڻ تي آهي ھاڻ،
گھمڻ ھلون تا لَبِ مهراڻ،
بئراج کان موتي ڏسنداسين،
وچ شهر ۾ گھنتا گھر،
ڏسو ھي سُھڻو شهر سکر.

ادل سومرو

## مشق

1- هينئين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سنڌ ۾ ڪهڙا وڏا شهر آهن؟

( ب ) سکر شهر ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون جڳهيون ڏسڻ وٽان آهن؟

( ج ) سنڌ ۾ سکر شهر جو نمبر ڪهڙو آهي؟

( د ) توهان جي شهر ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون مشهور جايون آهن؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ ڏئي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

شان - بئراج - مهراڻ - ماضي - منظر

3- هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | سجي | شهر | ماضي | پريان | سجايو |
|---|---|---|---|---|---|
| ضد | | | | | |

4- اهڙو فعل جيڪو صرف فاعل سان لاڳاپو ڏيکاري ۽ اُن جملي مان پورو مطلب ظاهر ٿئي تنهن کي ’فعل لازمي‘ چئبو آهي.

مثال: * چوڪرو پڙهي ٿو. * پکي اُڏامن ٿا.

ڏنل جملن ۾ چوڪرو ۽ پکي فاعل آهن ۽ پڙهي ٿو ۽ اُڏامن ٿا فعل آهن. هتي فاعل پنيان فعل ملائڻ سان جملي جو پورو مطلب نڪري ٿو، اهڙا فعل لازمي آهن.

سرگرمي: توهان ڪي ٻه اهڙا پنج جملا لکو جن ۾ فعل لازمي کي هينان ليڪ ڏئي واضح ڪريو.

## سبق ايڪيھون

# رياضيءَ جي اهميت

**سکيا جي حاصلات**

- رياضيءَ جي علم بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- روزاني زندگيءَ ۾ رياضيءَ کي استعمال ڪرڻ.
- رياضيءَ ۽ زبان جي تعلق جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- مناسب لفظن جو استعمال ڪرڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- جملن مان فعل متعدي ۽ فعل لازمي ڳولڻ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

رياضي، انگن يا حسابن جي علم کي چئبو آهي. علم رياضيءَ کي انگريزي ۾ مئٿميٽڪس (Mathematics) چئبو آهي. رياضي ڏاهپ جي علمن جو هڪ مجموعو آهي. ان ۾ حساب، الجبرا، جاميٽري ۽ ٽرگناميٽري جهڙن مضمونن کان سواءِ ٻيا علم به اچي وڃن ٿا. ڪن عالمن رياضيءَ کي مقدار، فاصلي ۽ وقت جو حساب به سڏيو آهي. ٻين علمن وانگر وقت گذرڻ سان گڏ رياضيءَ جي علم ۾ ترقي ٿي آهي.

رياضي اصل ۾ ڳاڻيٽي ۽ حساب جو علم آهي جنهن جو انسان سان نهايت اڳاٽو واسطو آهي. جيئن اڪيلي انسان مان جوڙو ۽ پوءِ تعداد ۾ واڌارو ايندو ويو يا جڏهن شروعاتي انسان کي ڪا گهرج پيش آئي ته ان جي پوري ڪرڻ لاءِ انگن سندس مدد ڪئي، هن ڳڻپ شروع ڪئي ۽ گهرجن جي پورائيءَ لاءِ عددن جو استعمال ڪيو. ان لاءِ هن ليڪا، پٿريون، تيليون يا ڳنڍيون ڪم آنديون.

اهڙي نموني انساني زندگيءَ سان گڏ، رياضيءَ جي ميدان ۾ به واڌارو ايندو ويو. قومن جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته، رياضيءَ جو علم مسلمانن جي ڪوشش سان وڌيو ۽ ويجهيو. الجبرا جي علم کي، يونان ۽ نندي ڪنڌ مان ميڙي چونڊي عروج تي رسايو ويو. رياضيءَ جو پهريون ڪتاب، جيڪو عربن وٽ هندستان مان پهتو، ان جو نالو ’سڌانتا‘ آهي. ان کي بنياد بڻائي هن علم ۾ واڌارو آندو ويو. باقي ’ٻڙي‘ يا ’زيرو‘ رياضي جي ميدان ۾ آٽڻ وارو انقلابي قدم

عربن جو ئي ڪارنامو آهي. اهڙو عظيم ڪارنامو مسلمان رياضيدان ابو موسيٰ خوارزمي جو آهي.

رياضي، هڪ اهڙو مضمون آهي جنهن جي ضرورت انساني زندگيءَ ۾ هر قدم تي پوي ٿي. ڏيتي ليتي هجي، توڙي تور ماپ هجي يا ڪا رٿا، جنهن جو تخمينو لڳائڻو هجي، نقشو ناهڻو هجي، ڊيگهه، ويڪر يا اوچائي ڏسڻي هجي، سڌائي، ڏنگائي ناهڻي يا ماپڻي هجي، پڪيڙ لهڻي هجي يا ڪي انگ نشان ناهڻا هجن ته رياضيءَ جو سهارو وٺڻو پوندو. ايتري قدر جو جسم ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو، رهائش لاءِ گهر، کاڌي پيتي جي شين لاءِ رقم جي ڏي وٺ، سڀ انگن يا حساب جا محتاج آهن.

حساب ۽ ان جا سمورا ڀاڱا يعني الجبرا، جاميٽري ۽ ٽرگناميٽري وغيره سمورن انساني معاملن ۾ نه فقط ساٿ ڏين ٿا پر ڪيترن مسئلن کي سلجهائين به ٿا. مطلب ته زنده توڙي مرده انسان لاءِ انگن ۽ ماپن جي هر قدم تي ضرورت پوي ٿي. انساني زندگيءَ جو هر مرحلو ڄمڻ کان حياتيءَ جي آخري گهڙين تائين رياضيءَ سان واڳيل آهي. رياضي انسان لاءِ ڇا پر هر جاندار لاءِ سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح ايترو ئي اهم آهي جيترو جسم لاءِ ساهه. اهو هڪ نه ٽٽڻ وارو رشتو آهي. رياضي فقط ڪارائتي نه آهي پر دلچسپ پڻ آهي. رياضي انساني زندگيءَ لاءِ هر قسم جو آرام ۽ آسائش پيدا ڪري ٿي.

## مشق

-1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) رياضي ڪهڙي زبان جو لفظ آهي ۽ ان جي معنيٰ ڇا آهي؟

( ب ) رياضيءَ جو روزاني زندگيءَ جي ڪاروهنوار سان ڪهڙو تعلق آهي؟

( ج ) رياضيءَ جي علم ۾ ڪهڙا ڪهڙا مضمون اچي وڃن ٿا؟

( د ) رياضيءَ جو بنياد ڪڏهن ۽ ڪيئن پيو؟

( هه ) ’سڌانتا‘ ڪنهن جو نالو آهي؟

( و ) ٻڙي يا زيرو ڪنهن ايجاد ڪيو؟

2- هيٺين لفظن جون معنائون لغت مان ڳولي لکو:

مقدار - تخمينو - ڪارائتو - ڏاهپ - آسائش

3- هيٺ ڏنل مناسب لفظن سان خال ڀريو:

• رياضيءَ کي انگريزي ۾ ........................ چئبو آهي.
(ڳڻت وديا - حساب - مئٿميٽڪس)

• هندستان کان عربن وٽ رياضيءَ جو آيل پهريون ڪتاب ........................ هو.
(ساهت وديا - سڌانتا - چند وديا)

• ٻڙي يا زيرو کي رياضيءَ جي ميدانَ ۾ آڻڻ وارو انقلابي قدم مسلمان رياضيدان ............................. جو آهي.
(ابو موسيٰ خوارزمي - ابن خلدون - ابو ريحان)

• رياضي اصل ۾، ڳاڻيٽي جو علم آهي جنهن جو انسان سان نهايت .................... واسطو آهي.
(آڳاٽو - هاڏوڪو - ويجهو)

4- هيٺيان جملا پڙهو:

* ڪٽي چادر ڏوئي ٿو. * الياس لڏون ڪاڏو.

پهرئين جملي ۾ ”ڏوئڻ“ جي ڪم جو اثر ”چادر“ تي ٿيو. ٻئي جملي ۾ ”ڪائڻ“ جي ڪم جو اثر ”لڏون“ تي اچي پيو، تنهنڪري اُهي فعل متعدي آهن.

5- هيٺين جملن مان فعل لازمي ۽ متعدي ڳوليو:

* هاري ٻج ڇٽي پيو. * بس اچي پئي. * عرفان بسڪوٽ کاڌا.
* ٻار روئي ٿو. * شمشاد شربت پيتو.

6- رياضيءَ جو ٻوليءَ سان لاڳاپو بيان ڪريو.

سکيا جي حاصلات

- شيخ سعدي جي اخلاقي نُڪتن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- اخلاقي موضوعن تي تقرير ڪرڻ.
- لفظن جون معنائون لغت مان ڳولي لکڻ.
- خال پرڻ.
- سادن جملن مان مرڪب جملا ٺاهڻ.

سبق ٻاويهون

# شيخ سعدي رحمة الله عليه جا قول

شيخ سعديءَ جا وڏا شيراز جا رهاڪو هئا. ان ڪري هُو سعدي شيرازيءَ جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس ولادت 589هه مطابق 1333ع ۾ ٿي. هن جو نالو شرف الدين ۽ سندس پيءُ جو نالو عبدالله هو. شيخ سعدي ابتدائي تعليم شيراز ۾ حاصل ڪئي. وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ بغداد ڏانهن رخ رکيائين، جتي ان وقت جا وڏا عالم ۽ درويش ٻاهران آيل شاگردن کي تعليم ڏيندا هئا. اهڙن نامورن استادن ۾ امام غزاليؒ شيخ عبدالقادر سهروورديؒ ۽ ابو عمادالدين موصليؒ جا نالا اچي وڃن ٿا. هن حديث ۽ تفسير جو علم، نالي واري استاد عبدالرحمان ابن جوزيءَ کان حاصل ڪيو. علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ، شيخ سعدي سيد عبدالقادر جيلانيءَ جي بيعت ڪري ان کي پنهنجو روحاني رهبر ڪري ورتو. ۽ اتان ئي تصوف جو علم، معرفت جو طريقو ۽ سلوڪ حاصل ڪيائين.

شيخ سعدي، محنتي ۽ جفا ڪش انسان هو. ڪيس سير ۽ سياحت جو گهڻو شوق هو. هن ڪيترائي حج پيرين پنڌ ڪيا. هو نهايت ئي سادو، ملڻو جلڻو ۽ منصف مزاج انسان هو. شيخ سعدي فارسي زبان جو وڏو شاعر ۽ نثر نويس هو. گلستان ۽ بوستان، ڪريما، غزلن جو ديوان (ٽي جلد) سندس مشهور ڪتابَ آهن ۽ ٻيا پڻ ڪيترا مجموعا آهن. تاريخ عباسيہ، تاريخ بغداد، آفريڪا جا جزيرا، تصوف جا مسئلا ۽ حڪايتون سندس نثر جا شاهڪار ڪتاب آهن.

شيخ سعديءَ، سن 691هه مطابق 1435ع ۾، 102 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه، 'سعديہ' نالي مقام، ايران جي شهر شيراز ۾ آهي.

شيخ سعديؒ فرمائي ٿو:

* جنهن عمارت جو بنياد ڪمزور هوندو، اها ڪڏهن بہ مضبوط نٿي ٿي سگهي.
* الله تعاليٰ ان شخص کي انصاف ڏئي ٿو، جنهن کي ڪنهن ٻئي کان انصاف جي طلب نہ آهي.
* ڪنڌا پوڪي گلن جي تمنا نہ ڪر.
* جيڪڏهن چاهين ٿو تہ مرڻ کان پوءِ توکي ڪو برو نہ چوي تہ: 'نيڪ ٿيءُ.'
* الله تعاليٰ ڏاڍو رحيم ۽ ڪريم آهي. اهو گناهگارن کي توبهہ ڪرڻ جي مهلت ڏئي ٿو ۽ ڪيس پنهنجي رحمت جي پاڇي ۾ جاءِ ڏئي ٿو.
* جڏهن تون خدا کان رحمت ۽ بخشش جي آس رکين ٿو تہ پوءِ انهن کي بہ مايوس نہ ڪر جيڪي تو ۾ اُميد رکن ٿا.
* حقيقي طور تي اُهو ماڻهو وڏو آهي، جيڪو پاڻ کان ننڍن جي ضرورتن جو خيال رکي ٿو.
* وڌ ۾ وڌ نيڪيون ڪريو، ڇو تہ آخرت ۾ نيڪين جي آڌار مرتبو ملندو.
* مشڪل ۾ همت نہ هاريو، همت طاقت کان وڌيڪ ڪم ڏيندي آهي.
* ٻين جي ڏکن کي ڏک سمجهڻ کي ئي احساس چئبو آهي.
* انسان اهو آهي، جنهن جي ذات مان ٻين کي فائدو حاصل ٿئي.
* نيڪي ڪرڻ واري کي، نيڪيءَ جو صلو ضرور ملندو آهي.
* بي رحم انسان، ماڻهو نہ پر جانور آهي.
* مظلوم جي تڪليف تہ ڪجهہ پَل هوندي آهي، پر ظالم سدائين مصيبت ۾ هوندو آهي.

## مشق

-1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) شيخ سعديؒ جو اصل نالو ڇا هو؟
( ب ) شيخ سعديؒ کي شيرازي ڇو سڏين ٿا؟
( ج ) شيخ سعديؒ وڌيڪ علم ڪٿان حاصل ڪيو؟
( د ) شيخ سعديؒ جي نامور استادن جا نالا ٻُڌايو؟
( هـ ) شيخ سعديؒ ڪهڙي بزرگ جي بيعت ڪئي؟
( و ) شيخ سعديؒ جي مشهور ڪتابن جا نالا ٻڌايو؟

2- توهان مان هرهڪ شيخ سعديؒ جي ڏنل اخلاقي نُڪتن مان ڪو هڪ موضوع ڪٽي اُن تي تقرير ڪري، سمجهاڻي ڏئي.

3- هينين لفظن جون معنائون لغت مان ڳولي لکو:

نامور - تصوف - انصاف - بيعت - معرفت - شاهڪار - منصف

4- هينيان خال پريو:

* جنهن عمارت جو بنياد ڪمزور هوندو، اها ڪڏهن بہ ............................ نٿي تي سگهي.
* ڪندا پوکي ............................ جي تمنا نہ ڪر.
* بي رحم انسان، ماڻهو نہ پر ............................ آهي.
* نيڪي ڪرڻ واري کي نيڪيءَ جو ................................ ضرور ملندو آهي.

5- هيٺ ڏنل سادن جملن مان مرڪب جملو ناهيو، جيئن:

1- آءٌ اسڪول وڃان ٿو.
2- هو بہ اسڪول ايندو.

مرڪب جملو: آءٌ اسڪول وڃان ٿو ۽ هو بہ اسڪول ايندو.

مٿي ڏنل ٻئي جملا سادا آهن، انهن کي گڏي هڪڙو جملو بنائبو. اهڙا جملا جن ۾ هڪ فاعل، هڪ فعل ۽ هڪ مفعول هجي يا فقط فاعل ۽ فعل هجن تہ اهڙا جملا ’سادا جملا‘ آهن. پر اهڙا جملا جن ۾ هڪ کان وڌيڪ فاعل، فعل يا مفعول هجن تہ اهڙا جملا ’مرڪب جملا‘ سڏبا آهن.

اوهان هيٺ ڏنل سادن جملن مان مرڪب جملو ناهي لکو:

* آءٌ وڃان ٿو.
* تون ماني کائي موٽي اچ.

سرگرمي: سبق ۾ آيل سخنن جيان، اوهان اهڙا ٻيا مختلف سهڻا سخن گڏ ڪري، چارٽ ناهيو ۽ ڪلاس ۾ لڳائي ڇڏايو.

| اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي سادن جملن مان مرڪب جملا نهرائڻ جي اهڙي وڌيڪ مشق ڪرائي وڃي. |
|---|

سکيا جي حاصلات

- ٻڌيءَ جو جذبو پيدا ڪرڻ.
- نظم جو مرڪزي خيال بيان ڪرڻ.
- نظم مان لطف اندوز ٿيڻ.
- نظم سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
- لفظن جون معنائون لکڻ.
- جملا تير سان ملائڻ.
- هم آواز لفظ ڳولڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.

## سبق ٽيويهون

# صبح نہ آهي ڏُور ساٿي

صبح نہ آهي دور ساٿي،
صبح نہ آهي دور!

لمبي رات وهامي ويندي، ڏُک جي آڳ اُجهامي ويندي،
آس نہ لاٿي جي تو ساٿي، اوندهہ مان ئي ٻاڪون ڦٽنديون،
ڪاريون راتيون نيٺ تہ ڪٽنديون، جو تو وجين وهلور ساٿي!

صبح نہ آهي دور!

ڪارن پردن مان پرياتيون، اوير ڪان ٿيون پائڻ جهاتيون،
صبح ٿئي تو نور وسي تو، رات ٿي پنهنجو دم پوساتي،
اونداهين جو هاڻ تو ڦاٽي، جاڻ لٽا هي سور ساٿي!

صبح نہ آهي دور!

ڏس تہ شفق مان صبح سياڳو، ڪر موڙي ننڊ مان جاڳو،
نور جو پهريون پهريون ڪرڻو، اونداهين جو سينو چيري،
وڏندو اڄي تو ڏيري ڏيري، جاڻ وسي تو نور ساٿي!

صبح نہ آهي دور!

هل تہ رفيقن کي جاڳايون، صبح سان گڏجي جوت جلايون،
منهنجا ساٿي منهنجا سنگتي، آءُ تہ ڳايون گيت سحر جا،
اڄ تہ ڪريون دنيا ۾ اُجالا، ڇو ٿو پڇائين پور ساٿي!
صبح نہ آهي دور!

تنوير عباسي

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن گيت ۾ اوهان کي ڪهڙي ڳالهہ پسند آهي؟
( ب ) 'صبح ناهي دور' مان شاعر جي ڇا مراد آهي؟
( ج ) 'ڪاريون راتيون' مان شاعر جي ڇا مراد آهي؟
( د ) هن گيت ۾ شاعر رفيقن کي ڇا لاءِ جاڳائڻ ٿو گهري؟

2- هيٺين لفظن جون معنائون لغت مان ڳولي لکو:

وهامي - باک - وهلور - اُجهامي - شفق - آس - سحر - اُجالا

3- هيءُ گيت زباني ياد ڪريو ۽ ڪورس ۾ سُر سان ڳايو.

4- هن گيت مان هم آواز لفظ ڳوليو، جيئن: وهامي - اجهامي

5- لفظن سان ٺهڪندڙ جملو تير وسيلي ملايو:

| | |
|---|---|
| پورهئي کان | محبت ۽ پيار ڪرڻ گهرجي. |
| امڙ جو | شفقت ۽ مهرباني ڪجي. |
| يتيم کي | ادب ۽ احترام ڪجي ۽ چيو مڃجي. |
| ننڍڙن سان | پاڻئڻ گهرجي. |
| هڪجيڏن سان | عار نہ ڪرڻ گهرجي. |

سرگرمي: نظم پڙهي اُن جو مرڪزي خيال بيان ڪريو.

سبق چوويهون

# منهنجو نالو گُوگل آهي

سکيا جي حاصلات

- سائنسي ايجاد بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- جديد سائنسي شيون استعمال ڪرڻ.
- نون سائنسي اصطلاحن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- ٻٽا لفظ سکي درست استعمال ڪرڻ.
- زمان ماضيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

اڪثر ماڻهو پاڻ کي ٻئي کان لڪائڻ لاءِ مختلف ڳجها طريقا ڪم آڻيندا آهن. پر متان سمجهو ته اوهين مون کان به لڪي ويندا. گهٻرايو نه، چو ته آءٌ اوهان جو بهترين رازدان آهيان ۽ اوهان جي رازن جي صرف مون کي ئي خبر آهي. ڏسو اوهين پريشان نه ٿيو، آءٌ اوهان جي ذاتي زندگيءَ ۾ دخل ڏيڻ کان سواءِ ڳولا (Search) وارن نتيجن کي بهتر ڪري سگهان ٿو. منهنجو نالو آهي "گُوگل" (Google)، آءٌ هر شيءِ تي نظر رکان ٿو.

منهنجي لاءِ اهو سمجهيو ويندو آهي ته، آءٌ ڪمپيوٽر استعمال ڪندڙن جي جاسوسي ڪريان ٿو. پر خير ائين نه آهي، جهڙي ريت اوهان ڏهاڙي ڪم ايندڙ ڪابه شيءِ خريد ڪندا آهيو، جيستائين ان جي فائدي، نقصان، جنس، قيمت ۽ معيار کان واقف نه ٿيندا آهيو ته بهتر شيءِ خريد ڪرڻ جي چونڊ به نه ڪري سگهندا آهيو يا پنهنجي

ڪنهن دوست کي سوکڙيءَ طور ڪا شيءِ ڏيڻ چاهيو ٿا تہ جيستائين ان جي مزاج، مشغولين، پسند، ناپسند جي ڄاڻ نہ رکندؤ تہ بهتر تحفو ڪيئن ڏئي سگهندؤ.

هاڻي اچو تہ اوهان کي ٻڌايان تہ، آءٌ اوهان جي باري ۾ ڇا ڇا ڄاڻان ٿو. ۽ اوهان جي ذاتي معلومات ڪيئن ٿو گڏ ڪريان. جيڪڏهن دنيا جي ڪنهن بہ ڪُنڊ ۾ ڪمپيوٽر اڳيان ويهي گوگل (Google) جي ڪابہ سهولت استعمال ڪريو ٿا تہ مون کي خبر هوندي آهي تہ اوهين ڪٿي ويٺل آهيو ۽ ڪنهن سان رابطي ۾ آهيو. پر خبردار! نہ صرف ايترو، آءٌ اوهان جي عمر، سماجي لاڙن، صحبت، شخصيت، ذهني لاڙن، جي بہ خبر رکي سگهان ٿو. اوهين حيران ٿيندا تہ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي! ان سوال جو سڌو جواب آهي آءٌ. ڀي ائڊريس، انٽرنيٽ سان واسطو رکندڙ برقي اوزار، جهڙوڪ: مشينون، ڪمپيوٽر، ليپ ٽاپ، موبائيل فون وغيره ۽ جڏهن اوهين برائوزر (Browser) تي ڪنهن شيءِ جي تلاش ۾ مصروف هوندا آهيو، تڏهن گُوگل خاموشيءَ سان اوهان متعلق معلومات گڏ ڪندو آهي. هاڻي آءٌ يعني گوگل (Google) توهان کي پنهنجي ٻين خدمتن کان آگاهہ ڪريان ٿو.

**گُوگل ڪروم:** گُوگل سرچ انجڻ وانگر هيءَ منهنجي مشهور سروس آهي. هن سهولت ۾ وڃڻ کانپوءِ اوهان کي گُوگل سرچ ۾ وڃڻ جي ضرورت نہ پوندي. هن سروس تي اوهين جيڪي ٽائيپ ڪندا، گُوگل سرچ انجڻ وانگي نتيجا اوهان جي سامهون ايندا.

**جِي ميل گوگل:** جي ميل گوگل بہ مشهور سروس آهي، جيڪا اِي ميل لاءِ ياهُو (Yahoo) ۽ هاٽ ميل (Hotmail) کانپوءِ آئي. هن ۾ اوهان پنهنجو ذاتي اڪائونٽ کولي سگهو ٿا، جنهن ۾ ذاتي ۽ دفتري اي ميل (Email) جمع ٿين ٿيون. هن کاتي جي حفاظت لاءِ چاٻي (Password) بہ گوگل وٽ محفوظ آهي.

**اينڊروائيڊ:** (Android) هي استعمال ڪرڻ جو آپريٽنگ سسٽم اينڊروائيڊ فون ذريعي گوگل اوهان جي هجڻ واري هنڌ ۽ آس پاس جي چرپر تي نظر رکي ٿو.

**گوگل ڊاڪ:** هن سروس تي اوهان پنهنجا دستاويز (Documents) رکي ۽ ٻين جا ڏسي سگهو ٿا. گوگل بہ ڊاڪيومينٽيشن جي نہ صرف چند ڄاڻ ڪري ٿو، پر نظر بہ رکي ٿو.

**گوگل مئپس:** گوگل مئپس کان تہ اوهان واقف هوندا، مان اوهان جي رهنمائي ڪندس، جيڪڏهن اوهان ڪنهن نئين شهر ۾ اچو ٿا تہ پريشان نہ ٿيو گوگل مئپ دوست

اوهان جي مدد لاءِ حاضر آهي! توهان کي ڪنهن نئين جاءِ تي وڃڻو آهي، يا وري ٽرئفڪ جام ۾ ڦاٿل آهيو ته مئپ آهي نه! متبادل رستو ٻڌائڻ ۾ اوهان جي مدد ڪندو. اچو ته آءٌ اوهان کي پنهنجي خدمت کان آگاهه ڪريان.

مثال طور، جيڪڏهن اوهان چانڊني چوڪ يا ريشم بازار ۾ بيٺا آهيو ۽ سنڌ ميوزيم وڃڻ گهرو ٿا جيڪڏهن رستي کان غير واقف آهيو ته گوگل مئپ جي "سرچ باڪس" کوليو، حيدرآباد لکي چڏيو هاڻي شهر جو پورو نقشو اوهان جي سامهون آهي. لوگو جي هيٺان "Get Direction" جي بٽڻ تي ڪِلڪ ڪيو جنهن جي هيٺان ٻه ائڊريس خانا هوندا. مٿئين خاني ۾ ان هنڌ جو نالو لکو جتي اوهين بيٺا آهيو يعني "چانڊني چوڪ" ٻئي خاني ۾ سنڌ ميوزيم لکو جتي اوهان کي وڃڻو آهي. انٽر ڪيو ٿوري دير کان پوءِ مئپ وسيلي گهربل مقام جو مختصر ترين رستو نظر ايندو جيڪڏهن اوهان کي شڪ آهي ته رستو ڊگهو آهي ته گوگل مئپ ۾ نيري ليڪ وسيلي ظاهر ٿيندڙ رستي کي پوائنٽر ذريعي حرڪت ڏيندؤ ته مئپ متبادل رستن جي به نشاندهي ڪندو تنهن کان پوءِ جيڪو بهتر سمجهو اوڏانهن سفر ڪيو. جيڪڏهن توهان ڪمپيوٽر، موبائيل فون، ٽيبليٽ استعمال ڪيو ٿا ته مئپ اوهان کي دنيا جا سير ڪرائيندو ۽ مشهور مقامن جي تصويري معلومات به فراهم ڪندو.

**يوٽيوب:** يوٽيوب (U-Tube) کي وڊيو ڏسڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. هونئن ته انٽرنيٽ تي ٻيون به ويب سائيٽون (Web Sites) آهن، پر هن جي مقبوليت کي ڪوبه چئلينج نه ٿو ڪري سگهي.

**فيس بوڪ:** جيتوڻيڪ فيس بُڪ (Face book) گوگل سروس نه آهي، تنهن هوندي به اوهين منهنجي اک ۾ آهيو. ان کي 'سوشل ميڊيا' چئجي ٿو. جڏهن فيس بُڪ تي اوهين لاگ اِن (داخل) ٿيو ٿا ان وقت به آءٌ اوهان جي نگراني ڪريان ٿو، جڏهن اوهين 'ياهو'، 'هاٽ ميل' يا 'اسڪائيپ' تي هوندا آهيو، ته پاڻ کي لڪائي نه ٿا سگهو. ڪو ئي ڏسي نه ڏسي ليڪن گوگل سڀ ڪجهه ڏسي ٿو.

چڱو دوستو! موڪلاڻي ڪونهي، هن خوشخبريءَ سان اجازت وٺندس ته، آءٌ هاڻي اوهان جي پنهنجي پياري ٻوليءَ ۾ به خدمت مهيا ڪري سگهان ٿو ۽ اوهين سنڌيءَ ۾ پڻ ڳولا (Search) ڪري سگهو ٿا.

## مشق

1- **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) ’گوگل‘ جو ڪم ڪهڙو آهي؟
( ب ) ’گوگل‘ ڪنهن جي باري ۾ معلومات گڏ ڪندو آهي؟
( ج ) انٽرنيٽ سان واسطيدار شين جا نالا لکو؟
( د ) ’جِي ميل‘ گوگل ڪهڙي سروس آهي؟
( ھ ) اينڊرائيڊ جو ڪم ڪهڙو آهي؟
( و ) ’گوگل‘ مئپ جو ڪم ڪهڙو آهي؟

2- **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:**

رازدان - معيار - مزاج - مصروف - چنڊچاڻ - سرچ
اِي ميل - ڊاڪيومينٽيشن - سوشل ميڊيا - پاس ورڊ

3- **رازدان ٻٽو لفظ آهي. ’راز‘ لفظ سان ’دان‘ ڳنڍي ’رازدان‘ ٺاهيو ويو آهي، اوهان اهڙا پنج لفظ ’دان‘ ملائي ٺاهي لکو.**

4- **جملا درست ترتيب سان لکو:**

(الف) متان لکي ويندا اوهان مون ڪان.
( ب ) رکان نظر هر شيءِ تي تو آءٌ.
( ج ) اڄو اوهان ته باري ۾ آءٌ ڄاڻان چا چا تو ٻڌايان ڪي.

5- **گوگل جي باري ۾ حاصل ڪيل معلومات بيان ڪريو.**

6- **”زمان ماضي“ اهو زمان آهي، جنهن مان گذريل وقت جي معنيٰ نڪري. جيئن: مون خط لکيو.**
توهان اهڙا ٽي جملا ٺاهيو جنهن مان زمان ماضي ظاهر ٿئي.

**سرگرمي:** (1) شاگردن کان شاديءَ جي ڪارڊ جو نمونو گوگل تان ڳولرايو.
(2) تصوير ڏسو ۽ نالو پڙهي ٻڌايو.

سنڌي ڪمپيوٽنگ جو باني
ماجد ڀرڳڙي

سبق پنجويھون

# ڪارونجھر جا ڪرشما

سکيا جي حاصلات

- سنڌ جي ماڳن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- ڪنھن ڏنل ماڳ بابت پنھنجي لفظن ۾ لکڻ.
- زمان حال بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- پڙھڻ ۽ لکڻ.

ٿرپارڪر واري ڀاڱي ۾ ننگرپارڪر شھر ڏانھن ويندي، ھڪ خوبصورت جبل 'ڪارونجھر' سڏبو آھي. اٽڪل 26 ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل دنيا جو ھي خوبصورت جبل سنڌ جو شان لڳندو آھي.

ڪارونجھر جبل جي اُتانھين چوٽي 1500 فوٽ مٿي چئي وڃي ٿي، جنھن کي 'صاحب چڱو' چوندا آھن. ھن چوٽيءَ تي شروع ۾ سيمينٽ جو ٺھيل ھڪ ٿَلھو ھوندو ھو، جيڪو انگريزن جي دور ۾ 'ڪرنل تروٽ' ٺھرايو ھو. ھاڻي اھو ٿَلھو ڊھي ويو آھي. سير ۽ سياحت جا شوقين انھيءَ ٿلھي تي ضرور چڙھندا آھن، جتان چؤگرد قدرت جا عجيب نظارا ڏسڻ ۾ ايندا آھن، 'ويرا واھ'، جيڪو اُتان اٽڪل

26 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي، سو ايئن پيو ڏسبو آهي، ڄڻ ٻن ٽن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. ننگرپارڪر جو شهر گهاٽن، چانوَدار وڻن جي وچ ۾ ايئن پيو نظر ايندو آهي، ڄڻ ڪنهن هوشيار مصور جي ڪا رنگارنگ تصوير آهي. ڏکڻ طرف نظر ڦيرائبي ته ڪڇ جو سڄو رڻ اجهاڳ سمنڊ وانگر ڏسڻ ۾ پيو ايندو. 'صاحب چڱي' تي چڙهڻ ۾ ڪلاڪ سوا لڳندو آهي، ته لهڻ ۾ ڏيڍ ٻن ڪلاڪن کان به وڌيڪ وقت لڳيو وڃي. مٿي چڙهڻ لاءِ ورن وڪڙن واري واٽ آهي، جنهنڪري سڌو چڙهڻ ناممڪن آهي. جبل تي چڙهڻ وقت بهتر آهي ته رٻڙ جي تري وارو ڪو جوگر جوتو پائجي، ٻيءَ صورت ۾ جيڪڏهن ڪڙين يا ڪوڪن وارو بوٽ پائبو يا ڪا ٻِي جُتِي پيل هوندي ته به پير ترڪڻ جو انديشو آهي. پارڪر جا ڪولهي ته ڏينهن رات جبل ۾ پيرن اگهاڙا آرام سان هلندا وتندا آهن.

ڪارونجهر جبل جو پٿر ست رنگو سنگمرمر يا گرئنائيٽ سڏبو آهي. اهو پٿر عام طور تي ڪاري رنگ جو آهي، اُن جو چمڪو اهڙو آهي، ڄڻ واريءَ ۾ شيشي جا سنها ذرڙا شامل هجن. ڪارونجهر ۾ موجود گرئنائيٽ جا رنگ ڳاڙهسرا، ڪارسرا، سُرمائي، اڇڙا، پورڙا، نيرڙا، سائيرڙا ۽ گلابي آهن. سنگمرمر جو هي قسم نهايت اٽلي ۽ قيمتي آهي ۽ مارڪيٽ ۾ تمام وڏي اگهه تي وڪامي ٿو.

ڪارونجهر جي هنج ۾ ڪُل اَٺ حَسين ماٿريون آهن. ڪارونجهر جي پرپاسي ۾ پوڏيسر، ڪاسٻو، آڏيگام، گهرٽياري، موندرو، ڪارڙيو ۽ مٺو جي نالن سان ڳوٺ موجود آهن. ڪارونجهر جبل مان ڪل پنج نئيون، يعني برساتي پاڻيءَ جون نديون نڪرن ٿيون. جيڪي سڌو ڪڇ جي رڻ ۾ پون ٿيون. انهن ندين جا نالا گوڙڌرو، پٿياڻي، گهرٽياري، موندرو ۽ ساٻوسڻ آهن. مينهن جي موسم ۾ انهن ندين جو پاڻي ڏاڍو تکو وهندو آهي. انهن مان ڪن ندين تي برسات جو پاڻي روڪي، پيئڻ ۽ زمين جي آباديءَ لائق بنائڻ لاءِ ڪارونجهر جبل جي هنج ۾ بند ٺهرايا ويا هئا، جيڪي پاڻيءَ جي وهڪري ۾ لڙهي ويا ۽ جٽاءُ نه ڪري سگهيا. هن وقت سرڪار باقاعدي رٿابنديءَ سان ڊيم ٺهرائي رهي آهي.

ڪارونجهر جبل ۾ جين ڌرم ۽ هندو ڌرم جا ڪيترائي مندر آهن، جن ۾ ساڙڌرو، انچلي سر، گئو مُکي، پوڏيسر، پيم ڪُن، ڀاوي جو ڀيسٽو، چندن گڍ وغيره شامل آهن. ڪارونجهر جبل ۾ جهنگلي جانور، جهڙوڪ: هرڻ، گدڙ، چراخ، بگهڙ، روجهه ۽ مور پکي وغيره وڏي تعداد ۾ ملن ٿا، پر نامناسب حالتن جي ڪري انهن جو تعداد ڏينهون ڏينهن گهٽبو پيو وڃي. هتي قسمين قسمين ٻوٽيون پيدا ٿين ٿيون، جيڪي هتي جا رهاڪو دوائن طور ڪم آڻيندا آهن. هتي پيدا ٿيندڙ ٻوٽن مان گگلاڻ مان گگُر ۽ ڪونيٽن مان ڪؤنر گهڻو پيدا ٿئي ٿو، جيڪو وڪري لاءِ ٻاهر موڪليو ويندو آهي. جبل ۾ ڪيترن ئي قسمن جا گُل ۽ ٻوٽا ٿين ٿا، جن جو رس چوسي ماکيءَ جون مکيون ماکي ناهين ٿيون. اها ماکي نهايت ڪارائتي آهي جيڪا حڪيم ڪم آڻيندا آهن ۽ سوکڙيءَ طور بہ ڏني ويندي آهي. عام چوڻي آهي تہ ”ڪارونجهر ۾ روزانو سوا سير سون پيدا ٿئي ٿو“.

اونهاري جي موسم ۾ ڪڏهن ڪڏهن هن جبل مان زوردار آواز ايندا آهن، جيڪي ڪيترن ميلن جي مفاصلي تائين ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. امڪان آهي تہ جبل گندرف ۽ ٻين معدني شين سان ڀريل هجي!

ڪارونجهر جبل هوندئن تہ سمورو ئي سُونهن سان ڀريل آهي، پر ان ۾ ڪي اهڙا هنڌ بہ آهن، جتي وندر ۽ ورونهن جو سامان ڪجهہ سرس آهي. اهي هنڌ چندن گڍ، ساڙڌرو، پاراسر جو آستان، گئو مکي، پيم گوڏا، پنراج گڍ، تروٽ جو ٽلهو، انچلي سر، لڪل کوهہ، پؤنرو (تهہ خانو) آهن، جن جو وڏو تاريخي پس منظر آهي ۽ اهي هنڌ ڏسڻ وٽان آهن. ڪارونجهر جي چوٽيءَ تي مور جو ناچ وڻندڙ لڳندو آهي. ڪيترن عوامي شاعرن ان کي ڳايو آهي. مينهوڳيءَ جي مُند ۾ ڪارونجهر جو علائقو ويتر سرسبز ۽ سهڻو ٿي پوندو آهي. اهي نظارا ڏسڻ لاءِ پري پري کان ماڻهو ايندا آهن ۽ ساراهہ ڪرڻ مان ڍاپندا ئي ناهن.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ڪارونجهر جبل ڪٿي آهي؟
( ب ) ڪارونجهر جبل ڪيترا فوٽ اُتانهون آهي؟
( ج ) ڪارونجهر جبل ۾ ڪهڙي قسم جو پٿر ملي ٿو؟
( د ) ڪارونجهر مان ڪهڙيون ماٿريون ۽ نديون نڪرن ٿيون؟
( هه ) ڪارونجهر جبل مان روزانو سوا سير سون ڪيئن پيدا ٿئي ٿو؟
( و ) ڪارونجهر جبل تي تفريحي ماڳن جا نالا ٻڌايو؟
( ز ) ڪارونجهر جبل ۾ موجود مذهبي آستانن مان ڪجھ آستانن جا نالا ٻڌايو؟
( ح ) ڪارونجهر جبل ۾ رهندڙ جهنگلي جانورن ۽ پکين جا نالا ٻڌايو؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

اُتانهين - مصور - اجهاڳ - نئيون - جٿاءُ - سرس - ويتر

3- سبق پڙهي هيٺ ڏنل خال پريو:

(الف) ڪارونجهر جبل جي اُتاهين چوٽي ............... فوٽ مٿي چئي وڃي ٿي.
(ب) ڪارونجهر جبل تي چڙهڻ وقت ................ جي تري وارو ..........پائجي.
(ج) ڪارونجهر جي هنج ۾ ڪل ............... ماٿريون آهن.
( د ) مينهوڳيءَ جي مُند ۾ ڪارونجهر جو علائقو ويتر سرسبز ۽ .............. ٿي پوندو آهي.

4- 'زمان حال' اهو آهي، جو هلندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم ٿيڻ جي معنيٰ ڏيکاري.
جيئن: آءٌ خط لکان ٿو.
اوهين اهڙا ٽي جملا لکو جن مان زمان حال ظاهر ٿئي.

سرگرمي: توهان ڪنهن بئي ڏٺل ماڳ بابت اڪين ڏٺو احوال لکي ٻڌايو.

سبق چويهون

# ٽيليفون



ٽيليفون اي ٽيليفون،
هيلو هيلو، ڪير بہ ڪونہ!
سائين ڳالهايو ٿا ڇو نہ؟

”آنڪل“ نانءُ اوهان جو ڇاهي؟
منهنجو نالو ”نورل“ آهي،
هاڻي تہ ڪجهہ آواز ئي ناهي.

هيلو هيلو، ڪير بہ ڪونہ!
سائين ڳالهايو ٿا ڇو نہ؟
ٽيليفون اي ٽيليفون!

عمر ڪوٽ جي ”آنٽي“ آهين؟
يا ٻوبڪ جي ”پاپي“ آهين؟
ڇا ڏيپلي جي ”ڏاڏي“ آهين؟

هيلو هيلو، ڪير بہ ڪونہ!
سائين ڳالهايو ٿا ڇو نہ؟
ٽيليفون اي ٽيليفون!

ڦيرايو مون نمبر هڪڙو،
لڳي ويو آ ليڪن ٻيو ڪو،
اڳلو خوب غصي ۾ هو ڪو.

هيلو هيلو، ڪير بہ ڪونہ!
سائين ڳالهايو ٿا ڇو نہ؟
ٽيليفون اي ٽيليفون!

آڌي رات جو وڳي گهنٽي،
ساري گهر جي ننڊ ڦٽي،
غلط نمبر هو ويو لڳي.

هيلو هيلو، ڪير بہ ڪونہ!
سائين ڳالهايو ٿا ڇو نہ؟
ٽيليفون اي ٽيليفون!

هري دلگير

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ٽيليفون مان ڪهڙي سهولت آهي؟
( ب ) آڌيءَ رات مهل فون جي گهنٽي وڄڻ ڪري ڇا ٿيندو آهي؟
( ج ) هن نظم ۾ ڪهڙن شهرن جا نالا آيل آهن؟
( د ) هن نظم ۾ ڪهڙن رشتن جا نالا آيل آهن؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

اڳلو - خوب - غصو - آڌي

3- نظم جو هيٺ ڏنل بند مڪمل ڪريو:

آڌي رات ........................ گهنٽي،
ساري ........................ ننڊ ڦٽي،
غلط نمبر ........................ لڳي.

4- اهڙو ڪو ٻيو مزاحيہ بيت ياد ڪري ٻڌايو.

سکيا جي حاصلات

- گهرو هنرن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- خال ڀرڻ.
- زمان مستقبل بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

## سبق ستاويهون

# تَڏا ۽ تَونريون ٺاهڻ

قديم زماني کان وٺي اسان جي سنڌ سڏريل ۽ هنرن ۾ مشهور رهي آهي. هتي جا مرد محنتي، بهادر ۽ زالون سُگهڙ ۽ سُڄاڻ آهن. مرد پوکي راهي ڪن ته زالون وري گهر جي رڌي پڪي ۽ اُٽي ويڃي ڪن. زالون گهر جي ڪم ڪار کان پوءِ هٿ ٻڌي ڪين ويهن، پر ڪونه ڪو ويهي هٿ جو پورهيو ڪن. ائين وندر به ٿئين ته گهر ۾ چار پئسا به ڪريو وٺن. اهڙن هنرن ۾ تڏا ۽ تونريون پنهنجي فائدي توڙي ڪارج ڪري ڏاڍيون ڪمائتيون شيون آهن.

تڏا ڪجيءَ جي ڦڙهن يعني پنن مان ٺاهيا ويندا آهن ۽ 'پِيش' نالي هڪ جابلو ٻوٽي جي پنن مان به ٺاهيا ويندا آهن. پِيش جا پن ڪجيءَ جي پنن جهڙا هوندا آهن، پر اهي ڪجيءَ جي پنن کان وڌيڪ مضبوط ٿيندا آهن. انهن مان ٺهيل تڏا گهڻو وقت جٽاءُ ڪن ٿا. اڳي گهرن، توڙي اوطاقن ۾ تڏن ۽ تونرين جو استعمال عام جام هو،

ان ڪري سنڌيءَ ۾ هيءَ چوڻي عام آهي تہ ”ادا! فلاڻو پنهنجي تڏي وارو آهي.“ هن وقت بہ مسجدن، اوطاقن ۽ گهرن ۾ تڏا اڪثر ڪم اچن ٿا.

سنڌ جي اُترئين ڀاڱي يعني خيرپور، سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ کجيءَ جي ڦڙهن مان تڏن ناهڻ جو هنر عام جام آهي. هتي کجين جا تمام گهڻا باغ آهن، انڪري ڦڙها بنان پئسي ملن ٿا. کجيءَ جي ڦڙهن يعني پنن مان تڏا، ڀِنڊيون يا دٻڪيون، پکا، ڇبا، ڇليون ۽ ٻيو سامان ٺهي ٿو. اهي سڀ شيون اڪثر ڪري عورتون ناهين ٿيون. تڏي ناهڻ لاءِ پهريائين صرف هڪ ڏگهي پٽي ناهي ويندي آهي، جنهن مان پوءِ مرضيءَ موجب ٽڪر ڪٽي هڪٻئي سان ڳنڍيا آهن، جنهن کي ’کيڙڻ‘ چيو ويندو آهي. ان طرح سان هو مختلف قسمن ۽ نمونن جا تڏا ٺاهينديون آهن. جون، جولاءِ ۽ آگسٽ مهينن ۾ ڪارڪن کي سُڪائڻ ۽ انهن کي بند ڪرڻ لاءِ تڏن جي تمام گهڻي ضرورت پوي ٿي. تڏهن ماپ ۽ ڪم جي لحاظ کان جدا جدا نالا رکيل آهن، جيئن تڏا، پندا ۽ سيتل وغيره.

ڀِيش مان تڏن ناهڻ جو هنر بہ سولو آهي. پهرين ڪاريگر ڀِيش جي ڦڙهن کي سوئي، صاف ڪري پانو پانو ڪري، مُوڙيون ٻَڌي، پُسائي رکندا آهن. ٻئي ڏينهن انهن پانن کي ملائي ويهي تڏو تيار ڪندا آهن. هو پنهنجي هنر ۾ اهڙا تہ پڙ هوندا آهن، جو ڏسندي ڏسندي تڏو تيار ڪري وٺندا آهن.

ڀِيش جو تڏو ڏاڍو ڪمائتي شيءِ آهي. مالوند مارو ماڻهو، جيڪي رات ڏينهن مال سانگي پيا هلندا آهن، تن لاءِ تڏو نهايت ضروري وَٿ آهي. رات جو تڏو پکيڙي، اُن تي سُمهن، ڏينهن جو مٿي ٽنگي، اُن سان ڇانوَ ڪن ۽ برسات ۾ اُن مان تنبوءَ جو ڪم وٺن. تڏو سٺي ۽ سستي شيءِ آهي، تنهنڪري امير توڙي غريب استعمال ڪري ٿو. ڪيترائي ڪاريگر تڏن ۽ ٺُڪن ۾ ڪاري ڏاس جا ڏورا وجهندا آهن ۽ وڏيڪ سُونهن لاءِ ٽونرَ بہ وجهندا آهن. اهي تڏا گهڻو ڪري امير ماڻهن کي خوشيءَ جي

موقعن تي سوکڙيءَ طور ڏنا ويندا آهن.

تونريون وري ’پَنِ‘ نالي هڪ ٻوٽي جي پنن مان ٺهنديون آهن، پَنِ تلائن ۽ ڍنڍن ۾ عام جام ٿيندي آهي. پَنِ جا پَنَ نرم ۽ لسا ٿين ٿا، تنهنڪري تونريون اُن مان ٺهنديون آهن، جيڪي ڏاڍيون نرم هونديون آهن. اهو ئي سبب آهي، جو ماڻهو تونرين کي گهڻو پسند ڪندا آهن. تونريون نرم هئڻ ڪري، نرم بستري کان به وڌيڪ سُک ڏيندڙ آهن، انڪري انهن کي کٽ تي وڇائي آرام ڪبو آهي.

سنڌ ۾ تونريون عام جام ٺهنديون آهن. ڪي تونريون اهڙيون ته سهڻيون ۽ سنيون هونديون آهن، جو ماڻهو انهن جي سونهن ۽ نزاڪت ڏسي حيران ٿيو وڃي. سنين ۽ اُچين تونرين ۾ ڪنارن کان گل پيل هوندا آهن. تونريون نه فقط سنڌ ۾، پر سنڌ کان ٻاهر به وڪامڻ لاءِ موڪليون وڃن ٿيون.

سنڌ جو هيءُ هنر توڙي ٻيا گهرو هنر، جن تي اسان کي فخر آهي، تن کي جيڪڏهن ترقي وٺائي وڃي ته، جيڪر اسان جا ڳوٺاڻا ماڻهو چڱو ناڻو ڪمائين ۽ ٻهراڙيءَ ۾ جيڪي ماڻهو بيڪار وينا آهن، تن کي به روزگار مهيا ٿي پوي. ان مقصد لاءِ حڪومت اڄڪلهه ڳوٺاڻن هنرن کي ترقي ڏيارڻ لاءِ وڏيون ڪوششون وٺي رهي آهي.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) تڏا سنڌ جي ڪهڙي ڀاڱي ۾ ٺهندا آهن؟
(ب) تڏا ۽ تونريون ڇا لاءِ ڪم اينديون آهن؟
(ج) تڏا، تونريون، پنديون ۽ دٻڪيون وغيره ڪير ٺاهيندو آهي؟
(د) ڪاريگر تڏن ۽ ٽُڪن کي ڪيئن ٺاهيندا آهن؟
(هـ) حڪومت گهرو هنرن کي ڇو زور وٺائي رهي آهي؟

2- هينئين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | لفظ جو استعمال |
| --- | --- | --- |
| سُجاڻ | | |
| ڪارج | | |
| پَڙُ | | |
| وَٽ | | |
| نزاڪت | | |
| ڏاس | | |

3- هيٺيان خال پريو:

(الف) ڪاريگر............. جي ڦڙهن ڪي سوئي، صاف ڪري پانو ڪري، مُوڙيون ٻَڌي، ................ رکندا آهن.

(ب) ادا، فلاڻو پنهنجي ................ وارو آهي.

(ج) ڪي تونريون اهڙيون سهڻيون ۽ سُنيون هونديون آهن جو ماڻهو انهن جي .................. ۽ ................ ڏسي حيران ٿيو وڃي.

(د) پِيش جو تڏو ڏاڍو ......................... آهي.

4- ’زمان مستقبل‘ اهو زمان آهي، جنهن مان ايندڙ وقت جي معنيٰ نڪري.

مثال: * آءٌ خط لکندس.

* اسين سڀاڻي ڪراچي ويندا سين.

اوهين اهڙا چار جملا لکي اُستاد کي ڏيکاريو، جنهن مان ايندڙ وقت جي معنيٰ نڪري.

سرگرمي: اوهان ٻين هٿ جي هنرن بابت لکي اچو.

## سبق اناويهون

# وتائي فقير جا گُفتا

**سکيا جي حاصلات**

- مزاحيہ ڳالهين مان لطف اندوز ٿيڻ.
- مقامي ڏاهن جا ڏاهپ ڀريا قول پڙهي نصيحت حاصل ڪرڻ.
- نون لفظن جي معنيٰ لکڻ.
- جملن کي درست ترتيب سان لکڻ.
- تشبيهہ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

ڌرتيءَ جي گولي تي، هر ملڪ توڙي قوم ۾ ڪيترائي ڏاها انسان پيدا ٿيا آهن. سيئي انسان پنهنجيءَ سيرت ۽ ڪردار ۾ هڪجهڙا نہ هوندا آهن. هر ماڻهوءَ ۾ قدرت ڌار ڌار ڏاهپ، مٺيا ۽ ڏات رکي آهي. ڪيترا ئي ماڻهو ظاهري طرح کل ڀوڳ ۽ مزاح جون ڳالهيون ڪندا آهن، پر اُهي ڏاهپ ڀري ڳالهہ اهڙي انداز ۾ ڪرڻ جي سگهہ رکندا آهن جو روئندڙ بہ کليو پون ۽ عقل وارا اُن مان نصيحت جا ڪي نُڪتا ڪڍيو نروار ڪن.

اسان جي آڏو اهڙا املهہ انسان اڄ بہ موجود آهن. وتايو فقير بہ اهڙو ئي هڪ ڏاهو انسان هو. هن جون ڳالهيون ظاهريءَ طرح چرچو لڳنديون هيون پر انهن جو مطلب معنيٰ وارو هوندو هو.

**ڳالهہ ٿا ڪن تہ:**

* هڪ ڀيري وتايو فقير، گڏهہ تي سوار ٿي سفر تي روانو ٿيو. گڏهہ ڪو جَڙو هو، تنهن ڦيرائي ڪٽي فقير کي پَٽ تي ڪيرايو. وتائي کي ڌڪ بہ ڏاڍو آيو، پر اُتي هيڏانهن هوڏانهن نهاري چيائين تہ: ”جيڪو توکي سڌڻ ڪيپي، سو تہ تون ڀاڻ آهين، وڏيڪ ڇا چوانءِ!“

* هڪ ڀيري وتائي فقير ڪنهن عالم کان ٻڌو تہ الله تعاليٰ هر ساهواري کي روزي رسائڻ جو ذمو پاڻ تي ڪنيو آهي. اها ڳالهہ ٻڌي، فقير هڪ وڏي وڻ تي چڙهي وڃي

ويهي رهيو ۽ انتظار ڪرڻ لڳو تہ اِجهو ٿو ڏٽي روزي موڪلي. اتفاق سان بہ ٿي واٿهڙو ان وڻ هينان اچي وينا. هنن ٿڌيءَ ڇانو ۾ پاڻ سان آندل ماني ڪڍي کائڻ شروع ڪئي. فقير کي بہ لڳي هئي بُک، سو من ئي من ۾ سوچيائين تہ هن ويران هنڌ تي ماني تہ ملندي ڪا نہ، ڇو نہ پنهنجي همت ڪريان، سو زور زور سان کنگهڻ شروع ڪيائين. مسافرن جو ڌيان هڪدم کنگهندڙ ماڻهوءَ ڏانهن ويو. هيڏانهن هوڏانهن ڏٺائون، پر ڪين ڪو بہ ماڻهو نظر نہ آيو، پر کنگهڻ جو آواز لڳاتار ايندو رهيو. اوچتو هڪڙي همراهہ جي نگاهہ وڻ تي وڃي پئي، ڏسي تہ ڪو ماڻهو وڻ تي وينو آهي. اهو ڏسي رواداريءَ طور مانيءَ کائڻ جي صلاح ڪيائونس. فقير کي بہ لڳي هئي بُک، سو دير ئي ڪا نہ ڪيائين. لهي اچي ساڻن ماني کائڻ لڳو. ماني کائي ڊؤ ڪري آسمان ڏي هٿ کڻي چيائين تہ: ”روزي تہ ڏين ٿو پر کنگهائي کنگهائي.“

* چون ٿا تہ وتايو فقير جنهن ڳوٺ ۾ رهندو هو، ان ڳوٺ کي اوچتو اچي باهہ لڳي. هر ماڻهو لڳو پنهنجي گهر جو سامان ڪڍڻ. هوند وارن تہ سامان سڙو پئي ڪڍيو پر وتائي فقير ماءُ کي پنيءَ تي چاڙهي بہ رليون ڪلهي تي رکي، اچي ٻاهر ميدان تي پهتو. ماڻهو حيرت مان فقير کي ڏسڻ لڳا تہ فقير کين ڏسي چيو تہ: ”يار ڪڏهن سُڃائي بہ ڪم اچيو وڃي.“

* وتائي فقير کي سَيُون ڏاڍيون وڻنديون هيون، عيد جي رات هئي، فقير ڌڻيءَ در سوال ڪيو تہ ”يا الله! اڄ جنهن وقت سڀ ڳوٺ وارا سيون تيار ڪن، تہ سمورا ماڻهو مري وڃن. پوءِ آءٌ ۽ امان سڄي ڳوٺ جون سيون کڻي اچي گهر رکون پوءِ امان بہ الله کي پياري ٿي وڃي. پوءِ رڳو آءٌ ۽ سيون!“

وتايو فقير ضلعي ٽنڊي الهيار جي نصرپور شهر جو رهواسي هو. سندس ڪيترائي قصا مشهور آهن. ماڻهو سندس ڳالهين تي کلندا بہ آهن. تہ اُنهن مان سبق بہ پرائيندا آهن. سندس قبر ٽنڊي الهيار جي پرسان ڦُبي نالي مقام ۾ موجود آهي.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) وتايو فقير سفر تي ڪهڙيءَ سواريءَ تي چڙهي نڪتو؟
(ب) گڏه جي ڦيرائي پٽ تي هٽڻ وقت وتائي فقير گڏه کي ڇا چيو؟
(ج) وتائي فقير، ڪنهن عالم کان روزي رسائڻ بابت ڇا ٻڌو هو؟
(د) وتائي فقير واتهڙن جي ماني کائڻ کانپوءِ الله سائين کي مخاطب ٿي ڇا چيو؟
(هه) ”ڪٿي ڪٿي سُجائي به ڪم اچيو وڃي“ وتائي فقير ڪهڙي موقعي تي چيو؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:

ڏات : ...................... حيرت : ......................
مزاح : ...................... نُڪتا : ......................
لڳاتار : ...................... مُقام : ......................

3- جملن کي درست ترتيب ڏيو:

- اوچتوڪي لڳي باهه ان ڳوٺ.
- آيو ڏڪ کي به ڏاڍو وتائي.
- وينا اچي هينان وڻ.
- رهواسي جو نصرپور شهر وتايو فقير.

4- تشبيهه: جيئن: * گُلن جهڙا ٻارڙا ڦلن جيئن نپجن.
* ابراهيم چنڊ جهڙو سُهڻو آهي.

ڏنل جملن ۾ گُلن سان ٻارن کي ۽ ابراهيم کي چنڊ سان ڀيٽيو ويو آهي. اهڙي ڀيٽ کي تشبيهه چئبو آهي. تشبيهه ۾ ڀيٽ ڏيکاريندڙ لفظ، جيئن، تيئن، اهڙو، جهڙو ڪم آندل هوندا آهن.

هيٺ ڏنل جملا پڙهي ٻڌايو ته ڪنهن کي ڪنهن سان تشبيهه ڏني وئي آهي:

* موتين جهڙا ڏند.
* گهوڙي جهڙو تکو ڇوڪرو.
* هاٿي جهڙو پهلوان مڙس.

سرگرمي: توهان کي ٻيا ڪي اهڙا نُڪتا ياد هجن ته ڪلاس ۾ ٻُڌايو.

سبق اوڻٽيهون

# اسين وطن جا مزور هاري

**سکيا جي حاصلات**

- پورهئي جي عظمت بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- هاريءَ جي عظمت ڄاڻڻ.
- موسمن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- ٻٽا لفظ سکي درست نموني استعمال ڪرڻ.
- قافيي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- تجنيس حرفي ۽ تجنيس تام بابت معلومات حاصل ڪرڻ.
- نظم سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.

اسين وطن جا مزور هاري،
خزان ڪيون پيا بهار ٻڻجي،
گهٽي گهٽي اڄ گُلن سان واسي،
پڪي پڪي وئي، پُڪار ٻڻجي،
اسين وطن جا مزور هاري!

ڏڪار ڏيهان تڙي ڇڏيوسين،
سُڪار ساٿيهه ۾ اچي ويو،
خوشي ۾ هر دل نچي رهي آ،
”جِئو! جِئو!“ جي تنوار ٻڻجي،
اسين وطن مزور هاري!

ٻنيءَ ٻنيءَ تي مَنَهَ نهي ويا،
ڪسيءَ ڪسيءَ تي قدم ڪُپي ويا،
سَلي سَلي تي صفا ڄمي ويا،
ننڍيا وڏا جان نثار ٻڻجي،
اسين وطن جا مزور هاري!

متان ڪنوڻ کو گرو جلائي!
متان ڪڪرُ کو ڳڙو وسائي،
هتان جي هر شيءِ حسِين آهي،
وَسو وَسو پر ملهار ٻڻجي،
اسين وطن جا مزور هاري!

ڪتي مِلنِ ۾ پگهر وهايون،
ڪتي ٻنين ۾ ڪڙهي ڪمايون،
نِراڙ ساڙيون لُهار بڻجي،
ڪندا لتاڙيون ڏنار بڻجي،
اسين وطن جا مزور هاري!

مزور ڪُڙمي ضرور آهيون!
مگر وطن جو غرور آهيون،
جِيون تہ جيءَ جا جيار بڻجي،
مرون وفا جا مِنار بڻجي،
اسين وطن جا مزور هاري!

استاد بخاري

## مشق

-1 هينين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نظم ۾ شاعر ڪنهن جي ساراهہ ڪئي آهي؟
( ب ) اسان کي ڪيئن جيئڻ گهرجي؟
( ج ) شاعر مزور کي وطن جو مزور ڇو تو سڏي؟
( د ) شاعر نظم ۾ پورهيتن کي پيش ايندڙ ڪهڙين مشڪلاتن جو ذڪر ڪيو آهي؟
( هہ ) مزور ۽ هاري جي محنت مُلڪ لاءِ ڇو ضروري آهي؟

-2 هينين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

خزان - ساڻيهہ - تنوار - ملهار - غرور - جانثار

-3 هم آواز لفظن کي قافيو چئبو آهي، جيئن: بَهار، پُڪار وغيره، توهين هن نظم مان ٻيا هم آواز لفظ چونڊيو.

-4 **هيٺين جملن مان ضد ڳولي لکو:**

(الف) خزان ڪيون پيا بهار ٻٽجي.
(ب) ڏُڪار ڏيهان ٽڙي ڪيويوسين.
(ج) سُڪار ساٽيهه ۾ اچي ويو.
(د) نِنڊيا وڏا جان نثار ٻٽجي.

-5 **هن نظم ۾ آيل ٻٽا لفظ ڳولي لکو. جيئن: گهٽي گهٽي**

-6 **تجنيس حرفي: ڪنهن به شعر ۾ اهڙا لفظ ڪم آيل هجن، جن جو پهريون اکر ساڳيو هجي ته اُن کي ’تجنيس حرفي‘ چئبو آهي.**

مثال: اڄ پڻ اکڙين، سجڻ پنهنجا سارِيا،
ڳلن تان ڳوڙهن جون، بوندون بس نه ڪن،
سندي سِڪ پرين، لوڪ ڏني نه لهي!

جيئن: اڄ ۽ اکڙين ۾ الف تجنيس حُرفيءَ جو مثال آهي.

## تجنيس جا ٻه مکيه قسم آهن.

(1) **تجنيس تام:** ڪنهن به شعر ۾ اهڙا لفظ ڪم آندل هُجن، جن جي صورتخطي هڪجهڙي هجي، پر معنيٰ جدا جدا هجي.

مثال: وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرن وَرُ وڏو ڪيو.

(2) **تجنيس ناقص:** هيءَ تجنيس به تجنيس تام جهڙي آهي. پر حرفن جي حرڪتن يعني زير، زبر، پيش يا حرف علتن ۾ مختلف آهي.

مثال: * گهرجي نه ڪرڻ جيڪي، ڪيو مون سوئي،
ڏسي پنهنجي ڪَرمِ ڏي، ڪين ڏس منهنجا ڪَرمَ.

* ڪٽي آهي هڏو جنهن ۾ هوئي مِڪُ،
ڏني ڪٽ آهي ڪنهن ماڪيءَ بنان مَکِ.
(قليچ)

## نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق پهريون** | |
| اول | پهريون، منڍ وارو، آڳاٽو. |
| اعليٰ | وڏي مرتبي وارو، بُلند، تمام وڏو، اُتم. |
| اوتڙ | ڏکيو ماڳ، ڏکيو لنگهه، ڏکيو تڙ. |
| اوليو | ستايو، ڏکويو |
| جوڙ | ٺاهه |
| جوڙون جوڙڻ | خلقڻ، پيدا ڪرڻ، ٺاهڻ. |
| حمد | خدا پاڪ جي تعريف، ساراهه نيڪي، واکاڻ. |
| حڪيم | الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو، ڏاهو، عقلمند، حڪمت جو ڄاڻو. |
| رازق | الله تعاليٰ جو صفاتي نالو، رزق رسائيندڙ، پالڻهار. |
| ڪارڻي | واسطي، محابي |
| والي | سنڀاليندڙ، مددگار، محافظ، مالڪ، وارث. |
| هيجان | دل سان، وڏيءَ خوشي سان |
| **سبق ٻيو** | |
| اُمت | خلق، مخلوقات، ڪنهن نبيءَ جا پوئلڳ، پيروي ڪندڙ گروهه يا قوم. |
| اڳواڻ | سردار، سونهون، رهبر |
| اڏاوت | ڪنهن عمارت جي بناوت، جوڙجڪ، بيهڪ، ٺاهُ |
| رزق | روزي، کاڌو، داڻوپاڻي، ڌن دولت |
| خندق | کاهي، کڏ |
| عارُ | حياءُ، شرم، لڄ، ڦڪائي |
| عظمت | وڏائي، برتري، شان شوڪت، بُلندي |
| قدر | ڳڻ، مانُ، درجو، خيال، رُتبو |
| لُقمو | گرهه، ٽُڪر، پور، ڳيو |
| محتاج | گهُرجائو، حاجتمند، بي پهچ |
| نگاهه | نهار، سرسري نظر، ڏسٽي، ديد، اک ٽيٽ |
| **سبق ٽيون** | |
| موچارا | سُنا ، وڻندڙ |
| سُڌير | دلداري، آسرو |
| سياهه | ڪارو، اونداهي، انڌيرو. |
| قلب | دل |
| ڪامل | پورو |
| ماڻ | مدد، واهر، مهرباني. |
| وير | ڏاهو، سياڻو. |

# نوان لفظ

## سبق چوٿون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اصول | قانون، بنيادي قاعدو |
| اهم | خاص، بلڪل ضروري |
| اهميت | ضرورت، قدر |
| تهذيب | خوش اخلاقي، انسانيت |
| نهراءُ | فيصلو، پرچاءُ، راضي نامو |
| روايتون | ريتون، رسمون، هلت |
| خوش مزاج | سهٽي سڀاءُ وارو |
| رحمدل | ٻاجهه وارو، مهربان |
| ڳرڪڻ | پِيش مان نهيل جُتي |
| منظور | مڃيل، قبول ڪيل |

## سبق پنجون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آڻ | هار، شڪست |
| بغاوت | سرڪشي، نافرماني |
| تبليغ | پرچار، شريعت جو حڪم پهچائڻ |
| تعلق | لاڳاپو، ڳانڍاپو |
| پلي پار | مَڪو/مدينو |
| ثاني | ٻيو |
| حُرُ | آزاد |
| خطاب | لقب |
| ڊائناماٽيٽ | بارودي سرنگهه |
| راغب | چاهيندڙ |
| سجاده نشين | پڳدار، گادي نشين |
| سوري | ڦاهي، ڦاسي |
| سرويچ | دلير، ارڏو، اڻ موٽ |
| شعور | سمجهه، ساڃاهه، دانائي |
| غازي | اسلام جو سپاهي، جنگ ڪٽي زنده موٽي اچڻ وارو |
| ڪوشانُ | ڪوشش ڪندڙ، جدوجهد ڪندڙ |
| مانجهي مرد | همت وارو، بهادر |
| وضاحت | کولي بيان ڪرڻ، ڪنهن ڳالهه جي صفائي پيش ڪرڻ |

## سبق ڇهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اعتبار | ڀروسو، يقين |
| انگبازي | اٽڪل ڄاڻڻ، حرفت ڄاڻڻ (ملهه جا انگ يا داوَ ڄاڻڻ) |
| اوج | مٿانهون درجو، ترقي |
| ٻانهين | ميڙ جي قطار (ملاڪڙي ڏسندڙن جو هڪ پاسو) |
| پهلوان | دلير، سگهارو، طاقتور |
| سرسي | ڪاميابي، فتح، سوڀ |
| سَندرو | ملهن جي چيلهه سان ٻڌڻ وارو ڪپڙو |
| ڪيڏ | راند، حرفت، اٽڪل بازي |
| مڃتا | عزت، مان، قدر |
| مقبول | وڻندڙ، پسند ڪيل |

# نوان لفظ

### سبق ستون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آستان | جاءِ، مڪان، هنڌ. |
| آباد | وسيل |
| برپٽ | ويرانو |
| پيچُ | ڳانڍاپو، رشتو |
| پلرُ | مينهن جو پاڻي |
| سانگي | مال وارا، مارو‍ئڙا |
| سڀاجهڙا | قرب وارا، سادڙا |
| سگهڙ | ڏاها، عقل وارا، سيبتا |
| سِرو | سنڌ جو اتر وارو ڀاڱو |
| ڪُڙمي | هاري |
| گهوريون | قربان ڪريون |
| لاڙُ | سنڌ جي ڏکڻ وارو ڀاڱو |
| لعل | قيمتي پٿر يا هيرو |
| وسايون | آباد ڪريون |
| وسڪارو | مينهن |
| ورونهن | وندر، مشغولي، هيج |

### سبق اٺون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اوٻاري | ٿهڪائي |
| تفريح | آرام، سير، گهمڻ |
| ڇوٽڪارو | آزادي، نجات |
| حفاظت | سنڀال، بچاءُ |
| شفاف | جنهن مان آرپار ڏسي سگهجي |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڪارائتو | ڪمائتو |
| ڪڙم | ڪٽنب، قبيلو |
| مفيد | فائدي وارو |
| متوازن | برابر |
| ماحول | چوڌاري، آسپاس |

### سبق نائون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| انتظام | بندوبست |
| اُڪريل | چٽيل (ڪنهن سخت شيءِ تي چٽ ڪڍڻ) |
| پڙو | دڙو، ڍير |
| پُستي | بند، ٽيڪ |
| دستور | رواج |
| قِتل | ويران |
| قديم آثار | پُراڻا نشان، آڳاٽا نشان |
| گُمان | شڪ |
| وسندي | بستي، واهڻ، آبادي |

### سبق ڏهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اديب | علم ادب جو ماهر، استاد، سهڻي لکيت سان دلچسپي رکندڙ |
| اعزازي | مفت، بنا اجوري |
| پرڳڻي | ملڪ جي هڪ ڀاڱي، حصي، علائقي |
| پُرجوش | جوشيلو، همت ڀريو |
| ديوان | منشي، وزير |
| زرخيز | ڀلي زمين، گهڻي پيداوار ڏيڻ واري |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| عاقل | عقل وارو، ڏاهو، سياڻو |
| عالم | علم وارو، پڙهيل، سڄاڻ |
| مٽيادار | نُور وارو، گهڻين خوبين وارو |

## سبق يارهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اوڏڙا | ويجهڙو، نزديڪ |
| اُسات | اُڃ، پياس |
| پِنيون | آليون ٿيون، پُسي پيون |
| جُهريل | ڪمزور ٿيل |
| سارنگ | مينهُن |
| ڪاهل | سُست، ٿوٿي |
| ڪهل | رحم، ٻاجهہ |
| ڪڪر | جهڙ |
| منڊل | مزو، تماشو، کيل |

## سبق ٻارهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اُپت | فائدو، پيداوار، آمدني |
| اُپائي | پيدا ڪري |
| حرارت | گرمي، تپش، ڪوساڻ |
| خوشحالي | آسودگي، سُکيائي، هوندَ |
| دارومدار | پروسو، آڌار |
| صنعت | ڪاريگري، هنر، فن |
| ضابطي | قاعدي، رواجي، پابندي |
| فراهمي | گڏ ڪري ڏيڻ موجود ڪري ڏيڻ |
| موضوع | مضمون جو مقصد، عنوان |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| معلومات | ڄاڻ، خبرچار، واقفيت |
| مرحليوار | ڏاڪي بہ ڏاڪي، سلسليوار |

## سبق تيرهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اجلاس | جلسو، بيٺڪ، ميڙ |
| تنظيم | جوڙجڪ، انتظام، ترتيب جي سُهٽائي |
| پرڏيهي | غيرملڪي، پرديسي |
| حڪمت عملي | چالاڪي، اٽڪل بازي، هوشياري |
| خواهش | طلب، مطلب، خيال، گهُر |
| درپيش | اڳيان يا آڏو ايندڙ |
| دفتر | آفيس |
| سربراهہ | اڳواڻ، ليڊر |
| سياحت | سير، سفر، گهمڻ ڦرڻ |
| سهڪار | هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ، همراهي |
| شرڪت | گڏجاڻي، شموليت، ساٿ |
| ڪانفرنس | صلاح، جلسو، مشورو |
| ميزباني | مهمان نوازي، خدمت خاطري |
| وفد | ماڻهن جو ميڙ |

# نوان لفظ

## سبق چوڏهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| باهہ ٻارڻ | فساد جاڳائڻ |
| پورڙا | اٻوجهہ، سادو، عقل جو پورو سورو |
| پنجُهر | مٺيءَ جو زرو (اک ۾ پيل) |
| پورڙا پُلائڻ | اٻوجهن کي منجهائڻ، موڳن کان ڀُل ڪرائڻ |
| پَسائڻ | ڏيکارڻ، ديدار ڪرائڻ |
| چال چلڻ | هلت، چالاڪي، اٽڪل |
| راند رچائڻ | راند ڪيڏڻ، راند مچائڻ |
| سيگهہ | تيزي، تڪائي، جلدي |
| ڳُجهہ | لڪل ڳالهہ، راز |
| ڳجهہ سلڻ | راز پڌرو ڪرڻ، لڪل ڳالهہ کي ظاهر ڪرڻ |
| ماٺي | چُپ چاپ، خاموش |
| نِگهہ | ديد، نظر |

## سبق پندرهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اڀياس | مطالعو، پرک، جائزو |
| ارپڻ | حوالي ڪرڻ |
| اونو | فڪر، خيال، سوچ |
| ڀَليءَ ڀت | چڱي طرح، سُٺي نموني |
| تمغو | چاندي يا سون جو ٻِلو، مهر، نشان |
| تدريس | سکيا |
| تمغہ خدمت | خدمت جو ٻِلو يا نشان |
| ثانوي | ٻيو |
| جاکوڙ | جدوجهد، محنت |
| دانشور | ڏاهو، سياڻو |
| سرانجام | ڪم پورو ڪرڻ |
| سوسائٽي | جماعت، ٽولي |
| معائنو | جائزو، جانچ |

## سبق سورهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اضافو | واڌارو |
| انيڪ | گهڻا |
| بقا | هميشہ رهندڙ |
| بنجر | غيرآباد، ويران |
| پَدُ | درجو، رتبو، منزل |
| جذب | چوس، ڇڪ، ڪشش |
| جوڳا اُپاءَ | مناسب طريقا، مناسب بندوبست |
| خانگي | نج پنهنجو (غير سرڪاري)، ذاتي |
| سونامي | سمنڊ مان اٿندڙ لهر يا ڇولي |
| قدرتي آفتون | آسماني مشڪلاتون يا مصيبتون |
| گدلاڻ | ميراڻ |
| مسلسل | لڳاتار، لاڳيتو |
| ماحوليات | آسپاس وارن شين جو علم |
| نعمتون | برڪتون، بخششون |

## سبق سترهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| چوڌار | چئني پاسي، چوطرف |
| ڏُٺُ | جهنگ جي گاهہ مان پيدا ٿيل اَنَ |

## نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| قارَ | حصو، ٽڪرو (ڳدري يا چانهين وغيره جي) |
| ڪَٽ | ڪنهن اَنَ جو داڻو، ڪڻو |
| ڪورو | نئون، تازو |
| ڳورو | وزن دار |
| منڊُ | ٽوٽو، ٽوٽڪو، اٽڪل بازي |

### سبق ارڙهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آٿت | دلاسو، دلداري |
| اُداس | پريشان، مايوس |
| اڏائي | جوڙائي، نهرائي |
| روئداد | ڪارگذاري، پوري ڳالهه |
| ڪنڌي | ڪنارو، ڪپر |
| گمراهه | ڀٽڪيل، رُليل |
| موتمار | خطرناڪ |

### سبق اوڻيهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اعزاز | مانُ، مرتبو |
| احتجاج | اعتراض، انڪار، مخالفت ڪرڻ |
| باندي | قيدي |
| تحريڪ | هلچل، چرپر |
| پرجوش | جوشيلو، همت ڀريو |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| جدوجهد | ڪوشش |
| سوڀ | فتح، ڪاميابي |
| شامل | گڏُ |
| ڪارڪن | ڪم ڪرڻ وارو |
| ڪتو جواب | صاف جواب |
| مستقل | هميشه |

### سبق ويهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ٻئراج | درياهه تي نهيل پل ۽ اتان واهن نڪرڻ وارو هنڌ |
| شان | عزت، آبرو |
| منظر | ڏيک، نظارو |
| مهراڻ | سنڌو درياهه جو هڪ نالو |
| ماضي | گذريل وقت |

### سبق ايڪيهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آسائش | آرام، سُک، فرحت |
| آڳاٽو | پراڻو، گهڻو وقت اڳي |
| تخمينو | اندازو ڪرڻ (ڳڻپ يا تور جو) |
| ڏاهپ | سياڻپ، عقلمندي. |
| رياضي | انگن ۽ حسابن جو علم |
| ساعت | گهڙي، وقت، پل |
| عظيم | وڏو، اعليٰ، مان وارو |
| فاصلو | دوري، پنڌ، وڇوٽو، فرق |
| ڪارنامو | ساراهه جوڳو ڪم |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڪارائتو | ڪم وارو |
| مقدار | وزن، تور، ماپ |
| **سبق ٻاويهون** | |
| انصاف | عدل، نياءُ، نبيرو |
| بيعت | تابعداري جو اقرار، اطاعت فرمانبرداري |
| تفسير | وضاحت، سمجهاڻي |
| تحصيل | سکڻ، حاصل ڪرڻ |
| تصوف | صوفين جو عقيدو، علم جي معرفت |
| جزيرا | ٻيٽ |
| حڪايتون | ڳالهيون، قصا |
| حديث | ڳالهه جيڪا نبي سڳوري جن فرمائي هجي |
| سلوڪ | رستو، طريقو، واٽ |
| شاهڪار | وڏو ڪارنامو |
| معرفت | سڃاڻپ، ساڃهه |
| منصف | انصاف ڪندڙ |
| نامور | ناليوارو، مشهور |
| **سبق ٽيويهون** | |
| آس | اُميد، آسرو، مراد |
| اُجالا | سوجهرا |
| اُجهامي | وسامي |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ٻاڪ | پرهه ڦٽي |
| سحر | صبح |
| شفق | سج لهڻ ۽ اُڀرڻ وقت ظاهر ٿيل ڳاڙهاڻ |
| وهامي | گذري، لنگهي |
| وهلور وڃڻ | بيزار ٿيڻ، پري ڀڄڻ |
| **سبق چوويهون** | |
| اِي ميل | برقي ٽپال |
| پاس ورڊ | ڳُجهو لفظ |
| چئلينج | للڪار |
| ڊاڪيومينٽيشن | دستاويز محفوظ ڪرڻ، دستاويزڪاري |
| ڇنڊڇاڻ | جانچ جونچ |
| رابطو | ميلاپ، ڳانڍاپو |
| رازدان | راز ڄاڻڻ وارو، ويجهو دوست |
| سرچ | ڳولا |
| سوشل ميڊيا | سماجي رابطن جو ذريعو |
| معيار | پرک، جانچ، ڪسوٽي |
| مزاج | سڀاءُ، طبيعت |
| مصروف | ڪم ۾ رُڌل، مشغول |
| مقبوليت | مشهوري |
| **سبق پنجويهون** | |
| اُتانهين | مٿانهين |
| اجهاڳ | تمام گهڻو پاڻي، وڏو پاڻي |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| انديشو | امڪان، ڊپ، سوچ |
| پسمنظر | پُٺيان، پوئتان |
| جٽاءُ | بقا، پائيداري، ٽڪاءُ |
| چوگرد | چوڌاري، چوطرف |
| ڊيم | بند |
| سنگمرمر | هڪ قسم جو قيمتي پٿر |
| سرس | سوايو، ٿورو وڌيڪ |
| مصور | تصويرون ٺاهيندڙ |
| ناممڪن | نہ ٿيڻ جهڙو |
| نئيون | جبل تان مينهن جو پاڻي آٽيندڙ نديون |
| ويتر | وڌيڪ |

## سبق چويهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آڌي | اڌ رات جو وقت |
| اڳلو | اڳيون، سامهون وارو |
| خوب | گهڻو |
| غصو | ڪاوڙ، چڙ |

## سبق ستاويهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پَڙُ | ڄاڻو، هوشيار |
| جٽاءُ | بقاءُ، پائيداري |
| ڌاس | ٻڪرين جا وار |
| سُجاڻ | سمجُهو، ڏاهو، عقلمند |
| فخر | وڏائي |
| ڪارج | ڪم، غرض |
| مُهيا ڪرڻ | موجود ڪري ڏيڻ، ميسر ڪرڻ |
| نزاڪت | نازڪ مزاجي، ڏيک ويک |
| وَٿ | شيءِ، چيز |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|

## سبق اٺاويهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| حيرت | اچرج، عجب |
| ذات | قُدرت طرفان مليل عقل يا ڏاهپ |
| رواداري | رکُ رکاءُ، رسمي طور |
| سيرت | خصلت، ڪردار |
| لڳاتار | لاڳيتو |
| مٽيا | خوبي، گُڻ، خاصيت |
| مزاح | کل ڀوڳ، چرچو |
| مُقام | قبرستان |
| نصيحت | سمجهاڻي |
| نُڪتا | چوند ڳالهيون |

## سبق اوڻٽيهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| تنوار | سڏ، پُڪار |
| جانثار | جان قُربان ڪرڻ وارو، وفادار |
| جِيار | جياريندڙ، حياتي بخش |
| خزان | سرءُ، موسم جو نالو |
| ڏُڪار | اڻ هوند، شين جي کوٽ |
| سُڪار | شين جي گهڻائي، خوشحالي، هوند |
| ساٽيهہ | وطن، مُلڪ، ديس |
| غرور | هَٺ، وڏائي |
| گرو | ان جو ڍِڳ، ڍيرو |
| ملهار | جهُڙ، ڪڪر |
| مِنار | مُنارو، ٿُلهہ، گُنبذ |